# جي پائين جوڳيي ٺيان

دلپت صوفي



مرتب: گوپال ٺڪر

## پيش لفظ

١٢ صديءَ ۾ شروع ٿيل ڀڳتي هلچل پوري ڀارت ۾ ١٦ صديءَ تائين ڇانئجي وئي. سنڌ ۾ قاضي قادن، شاهه عبدالڪريم ۽ ميئن شاهه عنات پهريان سنت ڪوي هئا، جن ١٦ صديءَ ۾ اُنجو سڏ اونايو. پوءِ شاهه، سچل، ساميءَ اِن هلچل کي سنڌ ۾ اوج تي رسايو. روحل، ڀائي آسرداس ۽ دلپت بہ اِن سلسلي جي اَهم ڪڙي هئا.

سنڌي هندو سنت ڪوين سامي، ڀائي آسرداس ۽ دلپت صوفيءَ مان، ڀائي آسرداس ۽ دلپت جو اَڃا تائين تحسين جوڳو احوال ڪونہ ملي سگهيو آهي، نہ ئي سندن مڪمل ڪلام اَڃا تائين سهيڙيو ويو آهي.

دلپت صوفيءَ جا ڇاپي ۾ آيل بہ ڪتاب نظر اچن ٿا :

(١) پروفيسر مولچند نڪر جو 'صوفي دلپت رام جا سنڌي سلوڪ' (١٩٣٨) ۽ (٢) گدومل هرجاڻيءَ جو 'ديوان دلپت' (١٩٥٦). شري گوپال نڪر مٿين ٻن ڪتابن کي نظر ۾ رکي هيءُ ڪتاب 'جي ڀائين جوڳي ٿيان' تيار ڪيو آهي. هيءُ ڪتاب شري اَشوڪ ٻُٽاڻيءَ (دهلي) جي سهڪار سان سنڌالاجيءَ طرفان شايع ڪجي ٿو. هن ڪتاب ڇپائڻ پنيان مقصد اِهو آهي تہ اڳين اَڻلڀ ڪتابن جي غير مَوجودگيءَ ۾ پڙهندڙن/ ودوانن کي دلپت صوفيءَ جو ڪلام سهنجو ميسر ٿي ملي سگهي.

اُميد اَٿم تہ سرحد جي ٻنهي طرفن مان ڪي

ڪوجنيڪ/ ودوان/ نقاد اڳيان وڏي ايندا، جي تڪليف وٺي دلپت صوفيءَ جي جيون ۽ سلوڪن/ ڪافين جو اڀياس ڪري سال ١٧٦٩-١٨٤٩ واري وقت جي سنڌيءَ ٻوليءَ کي نظر ۾ رکي، صحيح پڙهڻيون مقرر ڪري، صحيح معنائون ڏيئي، سنڌس ڪوتا کي سهيڙي ۽ ترتيب ڏيئي صحيح نسخو تيار ڪري ساڻس اِنصاف ڪندا.

اُميد تہ هيءَ ڪتاب اَڄ جي ضرورت کي پورو ڪندو ۽ سهيڙيندڙ جو لايو سڄايو ٿيندو.

لکمي کلاڻي
(ڊائريڪٽر)

# فهرست



مَڙهيءَ ۽ مَسجِدِ ۾، روشن هِڪُ ڏِيو.
دَلپَتَ جِئَن پِيو، خَلَلَ آهي خَلقَ ۾.

# مرتب پاران

## سلوڪن جي قافلي سان منهنجو پنڌُ

هن جُلد جي مرتب ڪرڻ لاءِ ٻن ٽن ڪتابن کي ڪٺي 'جي ڀائين جوڳي ٿيان' عنوان سان صوفي دلپت رام جي انمول سلوڪن کي سجايو ويو آهي. پهريون جلد آهي 'صوفي دلپت رام جا سنڌي سلوڪ' جو پروفيسر مولچند جهنگلداس نڪر مرتب ڪيو ۽ سنه ١٩٣٨ع ۾ شڪارپور سنڌ ۾ ڇپايو. هن ۾ 'صوفي دلپت رام جو شعر' عنوان سان هڪ عمدو مضمون مُهڙ ۾ ڏنل آهي پر ان ۾ ليکڪ جو نالو ڄاڻايل نه آهي. اُنکي مان هن جُلد ۾ وري شايع ڪريان ٿو. ٻيون مجموعو سائين دلپت صوفيءَ جي سلوڪن جو آهي 'ديوان دلپت' عرف ڀائي 'دلپترام صوفي سائينءَ جي ٻاڻي ۽ واڻي'، جو سوڌيل سنواريل آهي هرجاڻي گدومل ڪنڍمل (بنده) جو - عيسوي سنه ١٩٥٦ ۾ احمدآباد مان ڇپايل. هن جو سٽر سيڪڙو وڪرُ شامل مجموعي ۾ ڏيان ٿو. هن ۾ پڻ 'دلپت جي جيون ساکي' سري سان مهاڳي مضمون مليتو جنهن ۾ پڻ ليکڪ جو نالو عدم موجود آهي، جنهنکي پڻ هڪ رڪارڊ طور هن انتخاب ۾ شامل ڪيو اٿم.

مون هن جلد جي عنوان لاءِ نئين ڍنگ کي اپنائي 'جي ڀائين جوڳي ٿيان'. جي سري سان سجايو آهي جيئن ساڳي چيز هوندي به نئين ملينيم جي ڇاپ ۾ پهرين ٻن جلدن کان الڳ ٿي بيهي. سائين دلپت صوفيءَ جو ڪلام شاه، سچل ۽ ساميءَ جي ٻتايل وات کان علحدو

نه ته هجي پر اُن کي پنهنجي سڃاڻپ اوس آهي. پل علم عروض جي پابندين کان مکت آهي ۽ ڇند وديا جي آڌارتي ڇيل ڪلام آهي، پر سندس زور گهڻو تڻو هندو مهيتا ۽ متي تي آهي، جو ڪلاسيڪي ادب آهي. جنهن ۾ تصوف کي اوليت ڏني ويئي آهي. جو مشاهدو ويهين صديءَ کان اڳ جي شاعرن، پيغمبرن ۽ مفڪرن لامحدود ڳيان کي هنڌائي ان ڇنتن کي لوڪن ۾ ڪلياڻ لاءِ ڦهلايو. جنهن ۾ عالمي سطح تي اڏيل ۽ مڃيل سڀ مذهب، هندو، مسلمان، يهودي، ڪرستان، ٻڌ، جين، پارسي وغيره اچي وڃن ٿا. تصوف جي اپياس لاءِ هن جلد ۾ هڪ مضمون شامل ڪيو اٿم جو متي ڄاڻايل مولچند نڪر جي مرتب ڪيل جُلد ۾ بنا ڪنهن ليکڪ جي ڄاڻ سان مليل آهي.

پل آڌونڪ نوان ملهه وقت جي بدلجندڙ حالات سان پاڻ نهڪائي، ڇهري تي نوان مکوٽا چاڙهي؛ شرط پڇائڻ ۾ مصروف رهن پر پوءِ به پراڻا ملهه ڪڏهن به درڪنار نٿا ٿي سگهن. انجي ساک شاه ڀٽائي گهوٽ پڻ ڏئي ٿو :

ساري رات سبحان، جاڳي جن ياد ڪيو،
اُنِ جي عبداللطيف چئي، مٽيءَ لڌو مانُ،
ڪوڙين ڪن سلام، اچيو آڳهه اُن جي!

سائين دلپت رام صوفيءَ جي ڪلامن ۾ موڪيءَ جو ڪردار خوب متاثر ٿو ڪري، جنهنجو ذڪر شاه ڀٽائي گهوٽ به ڪيو آهي. دلپت صوفيءَ به وڏي ڇوڇ سان ڪيس ڪلامن ۾ گهوٽي انجو ذائقو وٺايو آهي. هوءَ ڪلاسيڪي وقت جي حد نشان جيان اندر ۾ اُتري وڃيٿي. ڪنهن حد تائين ڪيس ساقي چئي سگهجيٿو. شاه لطيف سُر يمن ڪلياڻ ۾ موڪي ۽ متارن جو ذڪر ڪيو آهي. موڪي ڪلال هئي. دارون ڪيندي هئي. ناهي، جيڪي مسافر سندس اڏي کان گذرندا هئا،

تنکي وڪڻندي هئي. شاهه صاحب آکي ٿو :

نکتو نکتو مَٽ مان، جيئڻ جو جنسار!

موکي ناتر جي ڏيءُ هئي. 'مومل راڻي' جي قصي ۾ اچيتي. مومل جي ڪاڪ محل تائين پهچڻ ۾ روڙو هئي. مومل جي عاشقن کي منجهائي ماريندي هئي. ناتر ڪاڪ محل نارا ٿر ۾ هئو. هوءَ اُتي خدمتگار هئي. شراب ٺاهڻ جي ڪلا کان واقف هئي. شاهه سائين ءَ کي موکيءَ لاءِ وڏا قرب هئا :

متارا مري ويا، موکي تون نہ مرين.

مان پڻ پنهنجي اندر آيل اُچل کي جهل ڏيئي نہ سگهيس. موکيءَ کي اندر ۾ لاهي، پنهنجي تخليق ڪيل نئين صنف ڇو اکرا آڏارت ڪجهہ تحريرون جوڙي ورتيون اٿم :

- موکي اُڏام
  پيئاريم جام
- ڪسينو لاسويگا
  موکيءَ گهمايان
- رنگينيون اڄڪون
  ڀڪن موکيءَ
- شاهه دلپت
  موکي گوپال

آخرين ڇو اکرا ۾ چيل آهي ساقي (موکي) تون شاهه کان دلپت ۽ گوپال تائين پنهنجي نظر نهار ڪر.

دلپت صوفي صاحب، شاهه صاحب جيان موکيءَ کي علامت بڻائي، کيس پنهنجي ڪيترن ئي سلوڪن ۾ امر ڪري ڇڏيو آهي. هيٺين هڪ سلوڪ جي هر سِٽ سندس وڏائيءَ ۾ چئي سندس مرتبو سرسُ ڪيو اٿائين.

موکيءَ جي من ۾، پئي مهر اَپار،
تنهن هٿي ڪِرت ڪاپار ۾، سِر ڌر کان ڪري ڌار،

تن پرين ڏنو بره جو، پيالو پُر خُمار،
چيٽي ڦٽ فراق جا، دل نئي دلپت گهار،
نريا نئن نار، ڏسي مُنهن محبوب جو.

پٽ ڌڻي شاه پٽائي پنهنجي سورٺ سُر ۾ بيجل تي راضي ٿو ٿئي. دلپت پڻ پنهنجن کي واجهه وجهندي موکيءَ تان صدقي ٿو وڃي ۽ شاه جيان دهرائي ٿو:

موکي گهري سِر هڪڙو، ميءَ جو مُلهه مَيانَ
جي سَو سِرن هوَن ڏر، تان وڃي سڀ ڏيان،
پر ڏر تي سِر هڪڙو، سو ڏيندي لڄ مران،
دلپت سِر سُپرين کيئن، ڏيندي ڏير ڏريان،
صدقي ساه کريان، موکي تنهنجي ميءَ تون.

سلوڪ محبت جا

سائين دلپت صوفي پنهنجن تمام سلوڪن کي الڳ الڳ موضوعن ۾ ورهائي عميق ۾ ٽبيون ڏيئي يا مٿي پرواز ڪري پاڻ وڃائي، هن کي پائڻ جهڙو احساس ڪري پنهنجن پيارن کي نيڪ صلاحون ڏيندي پنهنجي سرجڻهار هئڻ جو درشن ڪرائي ٿو. 'سلوڪ محبت جا' ۾ عالم آشڪار شمع پرواني واري باريڪ مُهم جي واٽ ورتي اٿائين. پتنگ پروانن جي آهوتيءَ جو ذڪر ڪيو اٿائين. سلوڪ محبت جا ٤٧ آهن. جن ۾ محبوب لاءِ انتهائي تڙپ آهي. پاڻ فنا ٿيڻ جي پهل آهي.

پتنگ چوائين پاڻ کي، تان اتي آگ اچ،
سدا سپرين جو، تو محبت بري مچ،
سانگو ڪري سِرَ جو، پتو پرين جو پچ.

سِڪ جو فلسفو ڪٿي محبت جي سلوڪن ۾ خوب وضاحت ٿيل آهي. 'سِڪ نه آهي سٿري، سِڪ تکي تلوار'، 'سِڪ نه پائنين سٿري، سِڪ ڏونگر ڏاري'، 'لوڪن ليکي سِڪ سٿري، پر سڪڻ آهي تکو تير'. اهڙي نموني محبت کي چنتن ۾ چيتي پڻ خوب ڪلام چيا اٿائين:

محبت جي ميدان ۾، ڪي گهڙن ميا مرد،
لنگهي ليڪو لوڪ جو، فارغ ٿيا فرد.

يا محبت جي ميدان ۾، ڪي هلن شير شتاب،
ڪلهو ڏيئي ڪاتيءَ کي، ڪسي ٿيا ڪباب.

سلوڪ پرم نورتي ڪرڻ جا

هي ڪُل ١٥ سلوڪ ڏنل آهن؛ جن ۾ دلپت صوفيءَ پرم جي پورڻن کي پنهنجي انڀوتيءَ دواران مانسرور ڍنڍ جي ٽنبڪ ۾ سلوڪن روپي صابڻ سان من جي ميل ڌوئي اُجرو ڪرڻ جو يتن ڪيو آهي. ڇي: پرين سان ملڻ اؤکو آهي. پر سچي سڪ ۽ سنيه ڀري وک کڻنديِن تہ اؤکو اوس نہ آهي.

جي اَڃئي پياس پرينءَ جي، تان وسن وٽ نہ ويهہ،
اَڇي عشق عميق ۾، پاڻ پروڙي پيهہ،
پير کڻي پرينءَ جو، ڏوري لهہ ڏيهہ،
دلپت ساڻ سنيهہ، ساجن مليئي سترو.

سلوڪ ڪَلاليءَ جا

ڪل ٣٠ سلوڪ ملن ٿا. هن موضوع تي شاه لطيف ۽ سامي پڻ اظهار ڏيئي اڀياسين کي آڪرشت ڪيو آهي. مانس ديهين کي هدايت ڪئي آهي تہ سنساري پرمن وس ٿي، ايماني بڻجي ڳهيلا نہ سڏائجو. پنهنجين اکين ۽ ڪنن تي اعتبار نہ ڪجو. سچي محبوب جي راه ۾ وک کڻي پو ساگر کون پار پئو.

وڏو قرب ڪلال جو، اکين ساڻ ڏنو،
ڏنائون قاتل زهر مون، سو لڳو مون منو،
پلٽ ٿي پيا کن تي، برهہ ونئي وئو،
دلپت تن تنو، جن سِرُ ڏنو ست ۾.

## سلوڪ ملار جا

هت دلپت صاحب آکين ٿا تہ سالڪ جي اندر ۾ هر سواس هر پل اُنجي مشاهدي لاءِ ماندو آهي. سندس اکيون زار زار ٿيون روئن ۽ سدائين آليون ٿيون رهن. سنسار جي ڪا وِٿ ڪين نٿي آئڙي. جيئن سمنڊ ۾ سِپَ صرف منهن کولي مينهن جي ڦڙي کي اندر ۾ گيهڻ لاءِ پيئي تڙپي، تيئن ملارجي ٩ سلوڪن ۾ بہ اُهائي ٻاڏ آهي.

اڄ پڻ اُتر ڏي، ڪئي مينهن اُچل،
پئي اوچتي عشق جي، هنئين منجهہ هڪل،
دلپت ٻاه برهہ جي، ساڙيا شير سبل،
ڍول نہ ڪرتون ڍل، متان اکين کي اوڪي ٿئي.

## سلوڪ پتنگن جا

صوفي فقيرن جي عقيدت ثاني عشق مجازي، عشق حقيقيءَ جي هڪ پُل آهي. جنهن جي پار وچي مانسرور ۾ ٽبي ڏيئي 'پاڻ وڃائي هو لهڻ' جي مناسبت رهيتي. من شيتل ٿئيتو. اُن سروور کي پائڻ لاءِ پاڻ جلاءِ پتنگ جيان.

پتنگ چوائين پاڻ کي ، تان آءُ اُسري آگ،
عشق جي آڙاهہ جو، دوڙي جهلج داغ،
دلپت پوءِ دوقان ۾، سِر جو چڏي سانگ،
محبوباڻو ماڳ، مري ماڻ مڇ ۾.

## سلوڪ سِڪ جا

دلپت صوفي هنن سلوڪن ۾ سڪ وَ محبت جي اُپٽار ڪندي پتنگن جي سلوڪن سان وابستگي بيان ڪئي آهي. هتي سلوڪ سڪ جا فقط ست ئي حاصل ٿيا آهن. سچي سڪ وارن ۽ عاشقن جو مول مقصد آهي مرشد وٽان حاصل اِلاهي اُلفت جو وٽو پي سُرت وڃائي اُن

رنگ ۾ رتو رهي. بيخوديءَ ۾ رهي. محبوب سان يڪتائي وصل ۾ گهاري. هرجائي گدومل واڪاڻ ڪندي آکي ٿو تہ دين سڪ جو جمال آهي ۽ ڪفر پريم جو جلال آهي. بهشت عشق جو ذوق آهي ۽ دوزخ عشق جو شونق آهي.

ماندو آهي من منهنجو، ڪانر توهي ڪاڻ،
ساجن اچي سڪ سان، ڪر ونين منجهہ وٿاڻ،
ويهہ مون وٽ وَلها، نات وئي وڃ منجهہ وٿاڻ،
دلپت وساءِ وصل سان، برهہ سندا ياڻ،
صدقي ڪيان پاڻ، پرين تنهنجي پيرن تان.

## سلوڪ پوربيءَ جا

هنن سلوڪن جي وضاحتي اپياس ڪندي آياس تئيٿو تہ دلپت صوفي وڏو درويش ۽ عارف مڃڻ لائق آهي. هي سلوڪ ساميءَ جي سلوڪن توحيد برابر آهن. توحيد تصوف جو هڪ مسئلو آهي. عارفن جو چنتن آهي تہ هي سنساري چيزون عارضي آهن. سچو ۽ پڪو نانءُ فقط الله جو آهي. اهڙو وشواس ويدانتي پڻ مڃن ٿا. هر ظاهر ظهوري چيز سندس آهي. سندس ڪان سواءِ هر چيز جو وجود بي سود آهي. وحدت، ڪثرت جو روپ ٿي اختيار ڪري جا اصل ۾ هڪ آهي. سندن ۱۳۴ سلوڪ هتي پيش-خذمت آهن. سنساري عشق اُلٽي راه آهي. رڙهي رس رام ڪي.

پُريا پورب پار ڏي، ڪاپڙي ڪري ڪاهہ،
آديسي اندر ڪي، ٻهچ برهہ سندي باهہ،
ساڙ شڪ سيئي، ٻاري عشق آڙاهہ،
محڪم وئي من ڪي، گيان گرج سان گاهہ،
دست ڪر دلپت دل ڪي، سوار ٿي سر ساهہ،
عشق اُلٽي راه، رڙهي رس رام ڪي.

دلپت صاحب پنهنجن ڪُل سلوڪن ۾ قافيہ جي عمدي بلنديءَ

کي وڏو جمال بخشيو آهي. جنهن ۾ لئه رواني مليتي. تجنيس خطيءَ جو استعمال پڻ سلوڪن جي ڪومل ڀاو کي اَثردار بڻائي ٿو. سلوڪ نمبر ۱۰۴ ۽ ۱۰۵ طويل سلوڪ آهن جن ۾ چنتن جي ايڪاگرتا جو پختو اولرو مليٽو.

## سلوڪ ڪلجڳ جا

دلپت سائينءَ جا هي محض ٦ مول سلوڪ آهن. ڪلجڳ ۾ ڪهڙا ڪلجڳي آهن انهن کي واڱڪو ڪيو اٿائين. مولوي، ٻاوا ٻانيڻ هزارن ۾ آهن. جڏهن پاڻ گمراهي آهن تڏهن ٻين کي ڪهڙي سنئين راه پسائيندا؟ هيٺ ڏنل سلوڪ ۾ جهنگلي جانورن جي ڪِرت سان خوب ڪسرت ڏيکاريل آهي جنهن ۾ اجائي چيرڦاڙ هڻڻ ڪري سائين دلپت جو اَندر ڏهي پوي ٿو.

ڪيهر جي قوات سان، دعويٰ ڪندو ڪير،
هٽي هٿ هاٿيءَ کي، ڏاهيو ڪري ڍير،
دلپت سهي نہ سگهي، دهشت تنهن دلير،
جت پلنگ وجهي پير، تت مِرون رهي نہ هڪڙو.

## سلوڪ بسنت بهار جا

شاعر جي وجد ۾ اچڻ لاءِ هيءَ رُت بيحد صرافين (آڪرشت) ڪندڙ آهي. چمن ۾ گل ڦل ڏسي سندس چنچلتا مور جيان نچڻ لڳيتي ۽ سندس تخيل جي اُڏام اجان تعجدار بڻجي وڃيتي جڏهن هو اُن ۾ سائينءَ جي چشمي سروور کي محسوس ڪري ٿو ۽ پاڻ کي اُنجي سميپ پائي ٿو. سندس چيل ٦ سلوڪ هت پيش آهن.

سدا بهار تن پيو، جن آئي برهه بانس،
ڪڏهن ڪٽڻ ڪونڪو، ڀَر بنا هڪُ سانسُ،
جي راتيون دلپت دوست سان، تن بسنت ٻارنهن ماسُ،
پرين جنجي پاسِ، مُندون سي ماڻيندِيون.

دلپت صوفيءَ جي مول تنوار اِڪ سائينءَ لاءِ آهي. تون ئي تون، ٻيو سڀ ڪوڙ. سندس 'جي ڀائين جوڳي ٿيان' - سِٽ سندس ڪلام جي سڃاڻپ آهي. چي :

جي ڀائين جوڳي ٿيان، تان تَج عالم جي آس،
ويراڳ رکي وجود ۾، سڀ تي ٿيءُ نراس،
بن سمرن رام جي، ڪڍ نہ ڪو اِڪ ساس،
دلپت هردم هرِ جي، ٿيءُ داسن جو داس،
تہ وئڪنٺ لهين واس، وڃي حضور هر جي.

صوفي دلپت صاحب سان جڙيل سندس رشتيدار ۽ سندس شخصيت جي وضاحت هن ريت آهي. هڪ حيرت انگيز ورڻ مليتو تہ جڏهن سائين دلپت صوفي پرلوڪ پڌي پڌاريا تہ پاڻ فرمايائون تہ اسان ڀائي ڪيشورام (سندس شش) ۾ سمائجي رهيا آهيون ۽ پوءِ ائين ڏٺو ويو تہ ڀائي ڪيشورام هوبهو سندن ساڳي صورت هئو. ۽ هن صاحب بہ ڪيترا ڪلام چيا. ڀائي ڪيشورام، 'دلپت' اکر جي معنيٰ ۽ سمجهاڻي هن ريت ڏني آهي :

گر دلپت سڀ ۾ رَئيا، چراچر ڪي مانهہ،
دل تو نام سموهہ ڪا، پت سوامي ڪهين تانهہ.

اڄ بہ دلپت صاحب جا چاهڪ وَ اپاسڪ آهن. سندس نالي سان درٻارون هلن ٿيون، جي ممبئي، دهلي ۽ ٻين هنڌ آهن ۽ ڀائي دلپت رام سان ھاڪاريون آهن. سنڌ ۾ ڪوڙ درٻارون هيون. گاديسر 'ڀائي' ڪوٺجن ٿا. مسندن ۽ سيوهڻ جي نڪرن ڪي پڻ اهڙو مرتبو حاصل آهي.

دلپت صوفي سيوهڻ ۾ ڄائو ۽ اُتان جو رهاڪو هئو. سندس آکهہ ناواڻي هئي. جنم سنہ ١٧٦٩ع ۾ ۽ لاڏاڻو پرم ڌام ڏانهن سنہ ١٨٤٩ع ۾ ٿيس. سندس هڪ ڏوهٽي اڃان حيات آهي، جنهنجو نالو

جمنا آهي، جا پروفيسر ۽ ليکڪ سدا حيات ڏيو ٻڌاڻيءَ جي پتني آهي. سندس فرزند اشوڪ ٻڌاڻي اميريڪن لئبرري (دهلي) ۾ بالا آفيسر هئو. هوُ هن جُلد جو روح روان آهي. هن جي اچا ۽ شرڌا آهي تہ هيءُ جُلد شايع ڪرائي پنهنجي ماتا صاحب يعني جمنا ڏيو ٻڌاڻيءَ کي جنم دن جي سوغات ڪري ڏجي جو دلپت صوفي سندس ماتا جو نانو هئو ۽ منهنجي سهري گدو هرجاڻي جو پڻ نانو هئو. دلپت ڪلاسيڪي ادب جي پوئين ڪڙي هئو. ان ڪان پوءِ ٿيل ورهاڱي جي هاڃي سنڌي ادب ۽ سنڌي ثقافت کي وڏي ڀڃ ڀڃ ڪري ڇڏيو. پوءِ بہ ڪلاسيڪي صوفين، درويشن ۽ شاعرن جي صُراحيءَ مان پيتل سيتل جلُ سُڪي وڃڻ کان بچي ويو. آڏونڪ نوَن ملهن کي هنڌائي اُنجو صحيح ڪٿن ڪري سنڌي ادب کي نئين سِرِ نئين چنتن سان سينچيو ويو.

## ڪافي

’جي پائين جوڳي ٿيان‘ جُلد ۾ حاصل ٿيل ۹ ڪافيون آهن، جي عرض اَگهائي صاحب ٻڄاڻيءَ، روح روان اِنڊين اِنسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، آديپور، مونکي ڏياري موڪليون. مان سندس ۽ اِن اداري جو مشڪور آهيان. هيٺ هڪ ڪافي اوهان جي خدمت ۾ پيش آهي:

جيڏيون جانب آيا، جي نهوڙيس نينهن.
۱. جانب ذوق مون ٿيڙا ظاهر، اکين ڏٺم اندر ٻاهر
چاکي ساه سِڪايان، مون وٽ راتيان ڏينهن،
جيڏيون جانب آيا.....

دلپت صوفيءَ جي سليس ٻوليءَ ۾ هر چنتن، هر ڪلام عوام کي جهونگاري ٿو. سڪون جي حاصلات کان پوءِ صاحبن کي لڳي ٿو تہ جنهن لاءِ آءٌ ساه پيو سڪايان او تہ مون اندر پيو وسي.

مٿي ڏنل ڪلامن کان سواءِ سائين دلپت صوفيءَ جو پيو پڻ وڪرُ هن

جلد ۾ درج آهي : چوپايون، واهگرو ڪا جاپ، رام شيام ڪلياڻ، ڪانرو، راڳ تلنگ، راڳ ڪلياڻ ۽ آرتي جن جو عدد محدود آهي. انهن جو ذڪر هن تحرير جي دائري اندر نہ آندو اٿم.

مٿي ڏنل ڪافيءَ جي صنف جي وضاحت ۾ ائين چوڻ چاهيندس تہ اوائلي وقت ۾ سنڌي درويش، فقير ۽ گلوڪار ڪافيون ۽ بيت خوب ڳائي مَوج مچائيندا هئا. هن آڌونڪ دؤر ۾ اُنهنجي جاءِ غزل ۽ گيت ورتي آهي، جنهن ڪي ڀارت جي باليووڊ فلمن شهرت وٺائي آهي. گيت سنڌي ڪلچر جو هڪ شديد حصو بڻجي چڪو آهي. نہ محض ڀارت ۾ پر سنڌ ۾ پڻ.

'جي ڀائين جوڳي ٿيان' هند کان سنڌ ۾ وڌيڪ مقبول پوندو. اسان سنڌين جي ثقافت جي ڌرتي سنڌ آهي. ادب اُنجو مول حصو آهي. ڪُل ئي نظم اُتي جي اُپج آهي. در حقيقت هي انتخاب سنڌ مان ئي چپجڻو هئو پراُتي پهچي واپس هند ۾ پهچي ويو. شايد اُهو ئي جُلد جو ڀاڳ هئو. هن پُستڪ جي سنڌ ۾ مرحبا ٿيندي، اهڙي آشا آهي. بظاهر تہ سنڌي ادب جو وڪرو نہ برابر آهي. پوءِ بہ سنڌي اديب، ڇُلهہ تي چاڙهيل ديگ ڪي ٺرڻ نہ ڏيئي، اُن ۾ ڪُجهہ نہ ڪُجهہ وڪرُ وجهي ادب جو ذائقو وٺائيندا ٿا رهن، جو زندگيءَ جو اساڏارڻ ڪرتب آهي، جنهن لاءِ جڏهن بہ جيتري قدرشناسي ٿئي ٿي ان ۾ هر اديب عوام جو شڪرگذار آهي.

مان ڀاءُ اَشوڪ ٻلاڻيءَ جو تحدل شڪرگذار آهيان جنهن هن جُلد کي انجام ڏيڻ جي جوابداري مون کي ڏني. مان شڪرگذار آهيان اِنڊين اِنسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي آديپور جو جن هن جلد جي اشاعت ۾ سهڪار ڪيو.

گوپال ٺڪر

# دلپت جي جيون ساکي

## نالو، گهر، شڪل ۽ شبيه

’دلپت‘ تخلص واري شاعر، جو سچو نالو ڀائي دلپترام آهي جنهنکي ادب وچان سائين دلپترام صوفي ڪري سڏيندا آهن. سائين دلپت جي سوانح عمري مفصل طور نٿي ملي. فقط ايترو معلوم آهي ته ڀائي دلپترام صوفي اصل سيوهڻ جو وينل هو ۽ پوءِ وڃي حيدرآباد ۾ پنهنجي گروءَ ڀائي آسرداس وٽ رهيو. هو ميرن جي صاحبيءَ ۾ چڱي عهدي تي هو ۽ هنجي حاڪمن ۾ گهڻي عزت هئي. هو شڪل جو سهڻو، حشمت وارو مڙس ۽ بي پرواه انسان هو. هڪ دفعي هو پنهنجن نندن ڪامورن سان گڏ، سرڪاري ڪم سان گشت تي نڪتو هو. ڀائي آسرداس سندس گرو، دونهين دکائي اکيون بند ڪري جهنگ ۾ وينو هو. ڀائي دلپترام پنهنجي گروءَ جي اڳيان وينو ٿي رهيو جيستائين سنت اکيون کولي. ايتريقدر جو ننڍرا ڪامورا تنگ ٿي واپس ويندا رهيا. آخر ميرن کيس چوائي موڪليو ته جلدي اچي سندن اڳيان حاضر ٿئي، پر ميرن جي ماڻهوءَ کي چيائين : ’چل-مئن نہ چليسان، مير نون غرض هويسين، تہ آپي اِٿي آءِ ويسين‘. يعني تون وڃ، آءٌ ڪونہ هلندس . ميرن کي گهرج ۽ غرض هوندي تہ پاڻيهي هتي ايندا. سچ پچ ٿيو بہ ائين تہ مير صاحب پاڻ گهوڙي تي چڙهي اُتي سائڻس ملڻ آيو. اهڙو هو دل وارو مڙس. هميشه نوڪريءَ واري وقت ۾ تلوار پاڻ سان رکندو هو. سندس پوٽي ديوان رگهومل جو چوڻ آهي تہ ڪنهنکي بہ مجال ڪانہ ٿيندي هئي جو سندس حاضريءَ ۾ ڪوبہ اجايو ڳالهائي سگهي يا بڪواس ڪري.

## جنم جي تاريخ ۽ هم وقتي شاعر

سندس جنم جي تاريخ بنسبت بہ ڪجهہ پيد پيو پائنجي پر ممڪن

آهي ته هو سنه ١٧٦٩ع ۾ پيدا ٿيو ۽ سنبت ١٩٠٦ يعني سنه ١٨٤٩ع ۾ چالاڻو ڪري ويو. انهيءَ سندس عمر واري عرصي ۾ سندس هموقتي ڪوي ۽ درويش هئا: سچل، بيدل ۽ سامي. جهڙيءَ طرح سنڌي ساهتيه ۾ شاهه ۽ سچل، بيدل ۽ بيڪس، ساڳيءَ طرح سامي ۽ دلپت جي جوڙي به امر آهي. دلپت جي عمر جي واقعن جي پوري پوري خبر نٿي پئجي سگهي. ڪهڙا علم پرايائين، ڪهڙي پاٺشالا يا وديالیه ۾ پڙهيو، سو ته هت سوال ئي ڪينهي. هو صاحب به ساميءَ وانگر 'انپڙهيءَ' شاعر هو. سنگت جا اثر به ضرور پيا اٿس. سندس گرو پائي آسرداس هو جنهن ڪيس رڱي رڄ ڪري ڇڏيو. سنڌ جي هندن ۾ پراڪرت سنسڪرت جو اصل واهپو هو ۽ پوءِ گرمکيءَ جو. دلپت جي شعر مان پڌرو آهي ته اهو اپياس ساميءَ وانگر نيڪ ٺيڪ اٿس پر ساڳي وقت سچل ۽ بيدل وانگر پارسيءَ جو به ڪجهه محاورو اٿس، جيئن سندس هيٺين ڪلام مان معلوم ٿيندو:

پيالا پريم ڪا پُر ڪر، هٿون ساقيءَ جي پيتوسين،
نشا ۾ سيل ڪيا سارا، صدق جان ڪيتوسين.
مراد هردو عالم چوُن، پريشان ڪرد دل مجهڪوُن،
بشرط نوشئي محبت، به يڪ جا محو ڪيتوسين.
هم بود مي باشد، هم جاهست او پيدا،
گرو ميري ڪهانيڙي، سوهنگ ساڳي پڇاڻوسين.
گرو ڪي گيان ڪي گهڙي لڳي تاڙي، گگن ۾ جا مگن هئا،
عجب سن من پيا چاندن، عقل ڪي ڪل جو ڪيتوسين.
پڙا جب عڪس مهروُ ڪا، در آئينه چون دل دلپت،
نه ديڪا جز جمال او، ڍهون دس ڍونڍ ديکيوسين.

## دلپت جي علميت

شاعر جي وديا، ٻولين جي ڄاڻ، سنڌي هندي ۽ پارسي ساهتيہ جي پرک بنسبت سندس سلوڪن مان مکيہ ساک ملي ٿي. سامي ۽ وانگر دلپت بہ پنهنجي ٻاڻي اڪثر سلوڪن ۾ ادا ڪئي آهي، جهڙوڪ سلوڪ گر اوستت جا، سلوڪ پوربي، سلوڪ پرم نورت ڪرڻ جا، سلوڪ ڪالي، سلوڪ ملار، وغيره وغيره. سندس سلوڪن جو تاتپرج بہ ساڳيو ئي سامي ۽ جي سلوڪن وانگر آهي تہ هن جهان ۾ اسانجا پنج دشمن آهن : ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موهہ ۽ اهنڪار؛ جي انسان ۾ واشنائون ۽ ترشنائون جاڳائي ڪيس برغلائي رهيا آهن. ڪام جي آگ اهڙي آهي جو ٻجهائڻ کان ٻاهر آهي. ڪام جي انڌ ۾ شهوت جو مغلوب ٿي انسان پاڻ تي جي آفتون آنديون آهن تن سان سوين قصا ۽ ڪهاڻيون ڀُرآهن. ڪروڌ بہ انسان جي اکين تي اهڙا ڪوپا ٿو چاڙهي ڇڏي جو هو سچ کي ڪوڙ کان ۽ فائدي کي نقصان کان جدا سمجهي نٿو سگهي. لوڀ ۽ موهہ ڪڏهن ڍاپڻ جا نہ آهن فقط قناعت ئي سندن انت آڻي سگهي ٿي. جيئن باهہ ۾ گيهہ پوڻ سان باهہ ڀڙڪي ٿي تئن لوڀ بہ مطلوب حاصل ٿيڻ سان وڌيڪ تيز ٿئي ٿو. اهنڪار يا خودي ۽ کان وڌيڪ بدعادت ڪا ڳولي لڀي. صوفي سنت ۽ مهاتمائون انهي ۽ خراب عادت کي ڌڪاريندا آهن ۽ انجي بدران نمرتا ۽ خاڪساري ۽ کي سر جو تاج سمجهندا آهن. انهن دشمنن بابت ڄاڻ اٿئون پر تڏهن بہ اڄاڻ آهيون. انهن کي نڪي سپاهہ آهي نڪي توبخانو، پر تڏهن بہ حاڪمن کان وڌيڪ محڪم آهن ۽ حاڪم خود سندن محڪوم آهن. اهي آهن دشمن جن کي ماري مات ڪرڻ لاءِ شرتيون ۽ سمرتيون، قرآن ۽ انجيل سڀ پر گهٽ ٿيا. وياس ۽ والميڪي، ٻڌ ۽ زردشت، موسيٰ ۽ عيسيٰ، ڪانفيوشش ۽ حضرت محمد، پير ۽ پيغمبر، ڪويسر ۽

شاعر انهن دشمنن کي دفن ڪرڻ لاءِ چاڳيا.

مانک ڏيهہ جو مطلب آهي انهن دشمنن کي جيتڻ، پر انهن کي مارڻ ڪنهن رستم جهڙي سورمي جو ڪم آهي. چوٽي آهي 'من جيتي جڳت جيت.' انهن نفسن کي نوائڻ ۽ دشمن کي ماري مات ڪرڻ ۾ حياتيءَ جو سمورو سک ۽ شانتي سمايل آهي.

ڀائي دلپت صوفي چئي ٿو :

ويراڳي وجود ۾، ويهي ورهہ وساءِ،
طالب ٿي طلب ۾، تن کي پيو تپاءِ،
محڪم وٺي من کي، گهڙي گيان گساءِ،
پنج مواسي چون جي، تن نصيحت ڏيئي نساءِ،
چنچل چت پڪيءَ کي، ڦاهيءَ سرت ڦساءِ،
ڪري ترڪ طمع کي، ترشنا ڏيئي جلاءِ،
دست ڪري دل کي، دلپت رام ريجهاءِ.

دلپت رام جي سلوڪن جو گهڻو زور ساميءَ جي سلوڪن وانگر ممتا مارڻ تي آهي. پر ممتا ڪيئن مرندي جي اسين پاڻ کي وڏا پدارث ڪري سمجهنداسين ۽ جيڪي ڪي اسانکي آهي : مال ۽ ملڪيت، عقل ۽ علم، هنر ۽ هوش، سو پنهنجو ڪري سمجهنداسين ۽ نہ مالڪ (ايشور) جو.

جئن سامي پنهنجي برهمڻ ستگروءَ جي ديا سان اعليٰ آتمڪ پدويءَ جو مالڪ بڻيو تئن دلپت بہ پنهنجن سلوڪن ۾ بار بار ستگروءَ جي اُستتي ٿو اچاري :

صاحب مليئي سترو، جي گروءَ جو لهين گس،
هٽي ڪڙو قلب کي، ڪڍ ني ڪوري ڪَسُ،
تان جوڳي چون ٿي جس، دلپت ويهي ويراڳين وچ ۾.

دنيا جو عجيب و غريب بيان ٿو ڪري.

دلپت انهيءَ غيبي ۽ روحاني دنيا جو عجيب و غريب بيان ٿو ڪري. جنهن طالب جي اک کلي ٿي سو جيئري ئي انهيءَ سوکيم جهان جو مشاهدو ٿو ماڻي، جتي زمين ۽ مڪان، آڪاس ۽ پاتال جا ٻنڌن ناهن، جتي ڪرم نہ آهي ۽ نہ ڪال، نہ غم نہ زوال. انهيءَ دنيا ۾ رات ڏينهن جو نشان بہ ڪونهي ۽ هڪ عجيب نور پيو وسي جو نرمل ۽ سوکيم آهي. سامي انهيءَ غيبي ولايت کي 'بيگم پور' (بي غم پُور) يا 'ديس ملار' يا 'نور محل' ٿو سڏي.

دلپت بہ شعر ۾ ساميءَ وانگر پاڻ اُداسي سياءُ جو ظاهر ٿئي ٿو. جڳياسين کي وڏي واڪي ۽ زوردار نوع ۾ سڏائي ٿو تہ ٻاهريون ويراڳي ويس، سواءِ دلي ويراڳ جي، سالڪ کي منزل تي نہ پهچائيندو. سچي سالڪ کي رام سمرڻ جي سهڻي صلاح ڏيئي دلپت ائين چويس ٿو تہ پنهنجي اَندر ۾ جهاتي پائي ڏس : 'دلپت دائم دوست جو، دل اَندر ديرو.'

اَڳتي هلي هو فرمائي ٿو :-

سچاڻ آه اَلک جو، پنهنجو سچاڻ ساڻ،
بنا سچاتي پنهنجي، وڃي نہ ديهہ ايمان،
اَلک ملي آسان، جي سچاڻين پاڻ کي.

اهو آهي دلپت جي سلوڪن جو تاٽپرج جو ساڳيو ئي ساميءَ جي سلوڪن وانگر آهي. جهڙي آهي ٻنهي جي سنڌي سولي، سپڪ ۽ سوادي، تهڙو ئي آهي ٻنهي جو مطلب ڳوڙهو ۽ پُر معنيٰ.

وڏيڪ سلوڪن جو تاٽپرج هر هڪ قسم جي سلوڪن جي سري هيٺان جتي اهي شروع ٿين ٿا، ڪتاب ۾ ڏنل آهي.

('ديوان دلپت' جلد تان ڪنيل، جو گدومل ڪنڍ مل هرجاڻيءَ (بنده) جو سوڌيل سنواريل ۽ ڇپايل آهي، پر مٿئين مهاڳي مضمون هيٺان ڪنهنجو بہ نالو ڄاڻايل نہ آهي).

# صوفي دلپت رام جو شعر

صوفي دلپت رام جي سوانح عمري ڪنهن معتبر ۽ مفصل طور نہ ملي سگهي آهي جا تحقيق بعد پئي وقت ڏني ويندي. هو اصل سيوهڻ جو وينل هو. ننڍي هوندي کان ڪيس الاهي الفت ڏانهن لاڙو هوندو هو. پوءِ حيدرآباد پنهنجي گرو پائي آسرداس وٽ اچي رهيو جنهن جهوڪ وارن صوفين جي صحبت جو چڱو فيض حاصل ڪيو هو. هو ميرن جي صاحبيءَ ۾ هو. مگر اها ڳالهہ ڄاڻڻ بلڪل ضروري نہ آهي تہ صوفي دلپت رام هن فاني دنيا ۾ ڪيترو وقت ڪاٽيو يا ڪيس ڪيتري زر زمين ملڪيت ۽ اولاد هئي. جنهن شيءِ سندس نالو هن دنيا ۾ امر ڪيو آهي سو آهي سندس گيان ۽ معرفت سان پرپور ڪلام ۽ انجو پڙهڻ پروڙڻ ۽ پيروي ڪرڻ آهي هڪ مفيد ڪم. سندس ڪافيون بہ الاهي اُلفت جي آلاپن سان پريل آهن مگر اُنکان بہ وڌيڪ سندس هنديءَ ۾ ڪلام چيل آهي جو ڪيترن نيچ هندي ڪوين جي ڪوتا کان بہ وڌيڪ سهڻو ۽ سوادي آهي. سندس 'هندي سي حرفي'، 'سلوڪ گر اُستت ڪي'، 'واهگرو ڪو جاپ' ۽ مختلف هندي راڳن ۽ راڳڻين ۾ چيل اڪيچار پڄن مطالع ڪرڻ سان ئي معلوم ٿي سگهندو تہ هو ڪهڙي نہ اعليٰ پايي جو هندي ڪوي ٿي گذريو آهي ۽ سندس هندي ڪلام ڪيترو نہ پرماتما جي پريم سان ٽمٽار ۽ الاهي عشق جي رنگ ۾ رتل آهي. برج بهاريءَ جي برهہ ۾ چيل هوليءَ جا راڳ ڪيس ۽ پڙهندڙن کي وجد ۾ وجهيو ڇڏين. سندس سرائڪي ۽ سنڌي ٻوليءَ ۾ چيل ڪافيون پڻ عشق جا اُمنگ ۽ محبت جي مستي آڻيندڙ آهن. سندس سنڌي سلوڪ بہ معرفت ۽ تصوف جي متن ۽ رمزن سان پُر آهن جن ڏانهن تصوف جي بيان ۾ ناظرينن جو ڌيان ڇڪايو ويو آهي.

دلپت جو ڪلام رڳو نظم نہ آهي مگر حقيقي شعر آهي ۽ سندس دلي جذبن کي ظاهر ڪريٿو جنهن ڪري ئي سندس ڪلام نظم جي

پابندين، قافيہ ۽ رديف جي قيدن ۽ علم عروض جي دقتن ۽ پيچيدگين کان آزاد آهي. هو شاعريءَ کي پيغمبريءَ جو جزو سمجهي حقيقي عشق جو پيغام پبلڪ کي پهچائي ٿو، تنهن ڪري ساميءَ وانگر پنهنجو پيغام سلوڪن جي ذريعي ڏنو اٿس. سندس سلوڪن جو تاٿپرج بہ ساڳيو ئي ساميءَ جي سلوڪن وانگر آهي. جهڙي آهي ٻنهي جي سنڌي سولي، سپڪ ۽ سوادي، تهڙوئي آهي ٻنهي جو مطلب ڳوڙهو ۽ پُر معنيٰ. دلپت سنسڪرت جو چڱو ڄاڻو نظر اچيٿو ۽ فقط اُهي سنسڪرت لفظ ڪم آندا اٿس جي سنڌيءَ ۾ مروج آهن. جئن تہ هن سامين ۽ سڌن، نانگن ۽ آديسين جي صحبت ڪئي هئي، تنهنڪري سندن اِصطلاحن ۽ اعمالن کان چڱيءَ پر واقف آهي ۽ ڪيترن سانگ ڌاري ساڌن ۽ لڪير جي فقيرن جي جهنور لاٿي اٿس.

سندس سلوڪن ۾ تصوف جي متن جي چڱي اُپٽار ڪيل آهي. تصوف سندس شعر جو تاڃي ۽ پيٽو آهي، خواه پايو ۽ سموري عمارت آهي. صوفي عارفن جي عقيدن سمجهڻ کان سواءِ سلوڪن جو پورو لطف پرائڻ البت مشڪل آهي تنهنڪري تصوف جي متن جو مختصر بيان ٻين صوفي شاعرن جي گفتن ۽ سَنَدن سان هن هيٺ ڏجي ٿو.

## تصوف يعني صوفي متو

سنڌي شعر تصوف جو اکٽ خزانو آهي ۽ سنڌي شاعرن جي شعر ۾ تصوف جي اصولن ۽ اسرارن جي چڱي اُپٽار ڪيل آهي. شاه عبداللطيف ڀٽائي، سامي صاحب، سچل، بيدل، بيڪس، روحل، دلپت، درياخان، مراد وغيره صوفي شاعرن پنهنجي پنهنجي عجيب نموني ۾ الاهي عشق جا آلاپ آلاپيا آهن ۽ روحاني ترقيءَ جا راز سمجهايا آهن. پارسي، اڙدو ۽ هندي شعر جو اثر سنڌي شعر تي بلڪل گهٽو ٿيو آهي ۽ انهن ٽنهي ٻولين جي شاعرن جي شعر جو لطف حاصل ڪرڻ لاءِ ضروري آهي تہ هتڙي تصوف جي تواريخ ۽ متن جي مختصر سمجهاڻي ڏجي.

## تصوف

عام طرح چيو ويندو آهي ته تصوف 'صوف' مان نڪتل آهي. جئن ته صوفي لٽ ۽ چاه جلال کي ترڪ ڪري فقر ۽ قناعت جي حياتي گذاريندا آهن ۽ سنا ۽ شاندار ڪپڙا ڇڏي ٿلهي پشم جي قبا پهريندا آهن، تنهنڪري کين پشمينه پوش به ڪري چيو ويندو آهي. ڪن عالمن جو چوڻ آهي ته جئن ته صوفيءَ لاءِ بيروني ۽ باطني صفائي لازم آهي، اهو لفظ 'صاف' مان نڪتل آهي. علامه ابوريحاني، مولانا شبلي ۽ مرڪس (Merx) وغيره عالم چون ٿا، ته اصل اهو لفظ 'سوفي' ڪري لکبو هو جو يوناني لفظ 'سوفاس' يعني سياڻپ مان مشتق آهي ۽ آهستي آهستي سوفي مان ڦري صوفي ليکجڻ ۾ آيو، مگر پروفيسر نولڊڪي جو خيال آهي، ته اها ڳالهه ناممڪن آهي ڇاڪاڻ ته يوناني لفظ عربي ٻوليءَ ۾ سرياني زبان جي معرفت آيا ۽ سرياني زبان ۾ خود اهو لفظ ڪونه آهي. وري س مان ڦري ص ڪئن ٿيو سو پڻ عربي زبان جي قاعدن جي ابتڙ آهي. تذڪرة الاوليا ۽ نفحات الانس ۾ ڏنل بزرگن جي قولن مان ائين معلوم ٿو ٿئي ته تصوف صفا مان نڪتل آهي جئن هيٺ ڏنل ڪن متقدم صوفين جي گفتن مان معلوم ٿيندو.

(۱) 'صوفي آن بودڪه صافي بود از ڪدورپرشود از فڪرودر قرب خدا منقطع شوداز بشر ويڪسان شود در چشم او خاڪ وزر' (سميل ابن عبدالله التشتري)

(۲) 'تصوف اصطفا است هر ڪ گزيده شوداز ماسويٰ الله او صوفي است' (جنيد)

(۳) 'صوفي آنست ڪ دل صافي دارد بخدا' (بشر الحافي)

(۴) 'تصوف دشمني دنيا است و دوستي مولٰي' (ابو الحسن نوري)

(۵) 'تصوف صفائي دل است از ڪدورت مخالفات' (ابو الحسن بصري)

تصوف دنيا جي هر ڪنهن ملڪ ۽ قوم ۾ جاري آهي ڇاڪاڻ ته سندس بنيادي اصول ساڳيائي آهن. مغرب جي ٻولين لاٽن، جرمن،

فرينچ، انگريزي وغيره خواه مشرق جي ڀاشائن سنسڪرت، هندي، عربي، فارسي، اڙدو وغيره ڏانهن نظر ڪبي ته انهن ۾ معرفت جا بي بها راز معلوم ٿيندا. جيڪڏهن جدا جدا مذهبن ڏانهن نظر ڊوڙائبي، ته به معلوم ٿيندو ته مسلمان، يهودي، ڪرستان، هندو، ٻڌ، جين، پارسي وغيره سڀ ساڳي لات ٿا لنون، ڇاڪاڻ ته صوفين جو منزل مقصود آهي خدا سان وصل، جو حاصل ٿي سگهي ٿو عشق جي ذريعي ۽ عشق آهي عالمگير چيز جا فرقان جي فرمودي موجب انسان خود پاڻ تي هموار ڪئي آهي.

ملت عشق از همه، و ملت جدا است

عاشقان را مذهب، وملت خدا است (رومي)

ويدانت موجب آتما کي پرماتما ۾ ليءِ لين ڪرڻ، اسلام جي تصوف موجب فنا في الله ٿي بقا با لله حاصل ڪرڻ، يا ٻڌ جو نرواڻ پد پرائڻ سيني جي معنيٰ ۽ مقصد ساڳيو ئي آهي، فقط نالا مختلف آهن.

## تصوف جي درجي وار ترقي

قرآن شريف ۽ مذهبي پيشوائن جي تلقين تصوف جو سرچشمو آهن. تهانپوءِ حڪمت الاشراق (Neo-Platonism) ۽ يوناني فيلسوفيءَ جو اثر تصوف تي پيو. رفته رفته عيسائي مذهب مان خلوت نشيني ۽ عزلت جو متو تصوف ۾ آيو ۽ ذڪر ۽ فڪر ۾ مستغرق ٿيڻ لاءِ خانقاهه جي ضرورت محسوس ٿي. پوءِ ويدانت ۽ ٻڌ مذهب جو اثر به انتي پيو جنهن مان رياضت ۽ مجاهدو وغيره حاصل ڪيا ويا.

جاميءَ نفحات الانس ۾ لکيو آهي ته سڀ کان اول جنيد بغداديءَ سنه ٢٩٧ هجريءَ ۾ تصوف جو مقصد ۽ اصول ماڻهن کي سمجهايا. هو اصل ۾ سري سقطيءَ جو مريد ۽ حضرت عليءَ جو پوئلڳ هو. تذڪرة الاوليا ۾ لکيل آهي ته تصوف ۾ فنا جو مسئلو ابوسعيد الخراز جاري ڪيو ۽ چيائين ته فنا بعد بقا جو درجو آهي جنهن ۾ سالڪ مالڪ

سان وصل پرائي ابدي حياتي ماڻي ٿو. حسين بن منصور حلاج بلندپايہ صوفي ٿي گذريو آهي ۽ سندس رهڻيءَ ۽ ڪهڻيءَ مسلمانن ۾ وڏو انقلاب آندو. هو وجد ۽ بيخوديءَ جي حالت ۾ 'انالحق' جو نعرو هڻندو هو جنھنڪري مذهبي علمائن ڪيس ڪافر ۽ ملحد ٺهرايو ۽ ڪن ڪيس جادوگر ۽ بازيگر جو لقب ڏنو ۽ آخر ڪيس سنہ ٩٢٢ع ۾ سوريءَ تي چاڙهيو ويو. امام غزاليءَ ۽ فريد الدين عطار محسوس ڪيو تہ منصور جيتري آزادي مناسب نہ آهي ۽ متان ماڻھو گمراه ٿي وڃن تنھنڪري تصوف ۽ شريعت کي ملائي تصوف کي اسلام جي اصولن تي بيھارڻ جي ڪوشش ڪيائون. ابن عربيءَ چيو تہ سرشتيءَ جو هر هڪ اڻو مالڪ جو مظهر آهي ۽ انسان صفات خدا ونديءَ جو مجموعو آهي. حياتيءَ جو مقصد آهي معرفت حاصل ڪرڻ مگر جسم ۽ نفس ان جي وچ ۾ رنڊڪون ٿا وجھن، جنھنڪري انھن کي نہ ڪرڻ ڪانسواءِ وصل جي وائي وڃڻ ناشدني آهي. مٿين خيالن مان ظاهر آهي تہ فقط ذات باري اصل وجود آهي ۽ ڪائنات جون ٻيون مڙيئي شيون ۽ خود انسان مجازي ۽ غير حقيقي آهن. انسان ڪامل جي دل (جا دنيا ۽ خدا جي وچ ۾ هڪ ڏاڪڻ مثل آهي) ترقي ڪري وڃي وصل حاصل ڪري ٿي ۽ اُها هڪ آئينو آهي جنھن ۾ محبوب جو جمال پسي سگھجي ٿو.

تم چشم حقيقت سي اگر آپ کو ديکو،

آئينہ - حق ۾ دل - انسان هيءَ موجود. (ظفر)

هڪ طرف فيلسوفن ۽ عارفن تصوف جي عقيدن جي اُپٽار نثر ۾ ڪئي ۽ ٻئي طرف ابوسعيد، عمر خيام، فريدالدين عطار، سنائي، مولانا جلال الدين رومي، سعدي، حافظ، جامي وغيره شاعرن پنھنجي رنگين نظم جي ذريعي عام ماڻھن جي دلين تي تصوف جو گھرو اثر وڌو.

توحيد

توحيد تصوف جو هڪ مکيہ مسئلو آهي. عارفن جو عقيدو آهي، تہ دنيا جون شيون فقط ظاهري وجود رکن ٿيون، مگر حقيقي وجود فقط ذات

حق جو ئي آهي. ويدانتين جو به اهو ئي وچن آهي ته هڪ پرماتما ست آهي ۽ دنيا سموري مايا، سپنو ۽ است آهي. پرڪرتيءَ ۾ جيڪي به نظر اچي ٿو سڀ پرماتما آهي ۽ ان کانسواءِ ٻي ڪا به شيءِ وجود نٿي رکي، جئن ته قطرو، لهر ۽ ڦوڻو مختلف صورتن ۾ ڏيکارجن ٿا مگر حقيقت ۾ ٿيئي سمنڊ آهن. سون ۽ سون جا جدا جدا زيور شڪل ۾ مختلف آهن پر آهي مڙيوئي هڪ سون. فقط وحدت ڪثرت جو روپ ٿي وئي. جهڙيءَ طرح وڻ جا پاڙا ٿڙ، شاخون، پن ۽ گل، هڪڙي ٻج جو جنسار آهن مگر ٻج سان ڪين ڪا مشابهت ڪانهي، تهڙيءَ طرح 'يارو منهنجو يار ڪئي ڪئي صورت سير ڪريٿو'. اهو صورت جو سردار سوين ڀيس بدلائي لکين لباسن ۾ جلوه گر ٿو ٿئي.

سج جي روشني هڪڙيائي آهي، مگر آئيني ۾، پاڻيءَ ۾ ۽ ذري ۾ جدا جدا شڪليون وٺي ڪاٿي تيز ۽ ڪاٿي جهڪي پيئي ڀاسي، مگر جي آئينو، پاڻي، ۽ ذرو گم ٿي وڃن ته سج جي روشني ساڳي هميشه وانگر رهندي. اصل عدد هڪ آهي، ڏهه، سَو هزار وغيره فقط هڪ جو مجموعو آهن تهڙيءَ طرح ذات وحدت به نانا روپ ڌري ٿي.

ع - اين محض وحدت است به تکرار آمده.

انسان جي بدن ۾ سوين عضوا، هزارين رڳون ۽ ڏورا آهن، مگر روح هڪڙو ئي آهي، جنهن کان سواءِ سڀ عضوا ۽ رڳون باطل آهن. توحيد وجوديءَ جي پيچيدي مسئلي کي چٽو ڪرڻ لاءِ جزوي شاعرن جا چيدا شعر هيٺ ڏجن ٿا.

رومي

ظاهر و باطن و نهان و آشکار
شمع يک شمع است قنديلش هزار
عالم امواجي ست در بحر وجود
ليک چون آ بيست سيال اي ودود

گر هزاران اند يک کس بيش نيست
جز خيالات عدد انديش نيست

عطار
يکي حرف است چندينې کتاب است
يکي نور است چندينې حجاب است
چشم بکشاک جلوه دلدار
متجلي است از در و ديوار
همه يک قطره است و اين دريا
همه يک دانہ است اين خروار

شبستري
جهان جملہ فروغ - نور حق دان
حق اندر وي ز پيدائيست پنهان
توئي تونسخئہ نقش الاهي
بجو از خويش هر چيزي ک خواهي

جامي
يار ما هردم است با تو کليم
حيف تو نشنوي کلام قديم
همہ عالم پر است از آواز
ليک درهائي گوش خود کن باز

دادو
چار ويد ڪا پيد هيءِ، گيتا ڪا هيءِ جيو،
چرن داس لُڳ آپڪو، تو ۾ تيرا پيوَ،
دادو ديک ديال کو، سڪل رها ڀرپور،
روم روم ۾ رم رهيو، تو جن جاني دور.

ڪبير
جوُن تِلون ۾ تيل هيءِ، جوُن چقمق ۾ آڳِ،
ميرا سائين تجهہ ۾، جاڳ سَکي تو جاڳ.

ھرِ کو چوڙ دوارَ پي، ھم پنھنچي ھرِدوار،
دوڙت ڏوپٽ پڳ ٽڪين، ھرِ تي ھمري ڏُوارَ.

نانڪ

آپي پٽي قلم آپ، اوپر ليک ڀ تون،
ايڪو کھيئي نانڪا، دوجا ڪاھي ڪوُن.

تون آپي آپ ورتدا، آپ بڻت بڻائي،
تُڌَ بِن دوجا کو نھي، تون رھيا سَمائي.

روحل

پڙھيا ويد ڪتيب جا، تا ڏين ڏورانھان ڏس،
سچ سچ سڃاڻن ڪينڪي، موھيا پسي مس،
رات ڏينھان روحل چوي، رڙھي تنھنکي رس،
پير پنھنجو پس، نائي ڪنڌ قلوب ۾.

شاھ ڀٽائي

ايڪ قصر در لک، ڪوڙين سھس ڳڙڪيون،
جيڏانھن ڪريان پرک، تيڏانھن تيرا صاحب سامھون.

وحدتا ڪثرت ٿي، ڪثرت وحدت ڪل،
حق حقيقي هيڪڙو، وائي ٻي ۾ ڀل،
ھيءُ ھلاچو ھل، يا الله سندو سڄڻين.

سامي صاحب

رڳ رڳ منجھ راڳ، آھي اونڪار جو،
سوجھي لھ سرير مون، مينگھو چوي ھيءُ ماڳ،
اندر اونڪار جو، اُٿي چانڻ ۽ چراڳ،
پسيو تن سھاڳ، جن درس سڃاتو دم ۾.

من متڙا دل دوارڪا، ڪايا منجھ ڪاشي،
چيتن وسي چت ۾، الک ابناسي،
پيهي ڏسي پاڻ ۾، ڪو ورلو وياسي،
وڃي ٿئي واسي، بيحد بي گم پور جو.

توحيد جي باري ۾ ملاحظ ٿين صوفي دلپت جا سلوڪ پوربي ۽ سلوڪ پرم نورتي ڪرڻ جا.

### ستگروءَ يا مرشد جي ضرورت

حقيقي محبوب سان وصل ڪرڻ ۽ آتما کي پرماتما ۾ محو ڪرڻ صوفين جي حياتيءَ جو مکيہ مقصد آهي، مگر ان منزل مقصود ڏانهن وڃڻ لاءِ جو پريم جو پيچرو آهي سو آهي سوڙهو ۽ مشڪلاتن سان پرپور. انهيءَ اونداهي رستي کي روشن ڪرڻ لاءِ مرشد جي هدايت جي شمع ضروري آهي نہ تہ ممڪن آهي تہ بيخبر سالڪ ڪنهن اوڙاهہ ۾ اڙجي پوي يا دلشڪستو ٿي همت هاري وات تي ٿي ويهي رهي.

قطع اين مرحلہ بي همر هيءَ خضر مکن،
طلمات است و بترس از خطر گمراهي. (حافظ)

مالڪ سان ملڻ جو رستو هڪ خطرناڪ بيابان مثل آهي جنهن ۾ گهڻائي بياباني غول ۽ جن ڀوت سالڪ کي گمراه ڪرڻ لاءِ ڪمر ڪشي بيٺا آهن. اُهي شيطان جا چاڙتا ڪيس بدراهہ ڪري سچي رستي کان هٽائي وڃي اوڙاهہ ۾ هٽندا. ڌن دولت جي تمنا، زال ۽ ٻارن سان محبت، مان ۽ مرتبي جي خواهش سڀ انهيءَ غول جا سڏ آهن جي پانڌيڙوءَ کي پنجي ۾ آڻي متين موڙهو ڪري ٿا ڇڏين.

چون شود آن بانگِ غول آخر بگو
مال خواهم و جاه خواهم و آبرو
از درون خويش اين آوازها
منع کن تا کشف گردد رازها (رومي)

اهڙي وقت ستگروءَ روپي جهاز جي ضرورت آهي جو شش کي تار

مان تاري پار اُڪاري.

جنهن ڏي نهاري، سامي، پورو ستگرو،
تنهنجي مهر ميا سان، لنو لنو سڀ ٺاري،
تار منجهون تاري، ڏيئي هٿ، همت جا. (سامي)

شش جون اکيون تڏهن کلنديون جڏهن اهڙو ڪامل مٿس ڪرم ڪندو ۽ دويہ درشٽي بخشي وراٽ سروپ جو ڪيس درشن ڪرائيندو. پوءِ جڏهن ڪيس آتم گيان پراپت ٿيو تہ سڀ ويڇا وساري 'عشق ڪل' ڪان آگاهہ ٿي سڀ چيز ۾ جانب جو جلوو پيو پسندو.

'چيٽيءَ ۽ ڪنچر ۾، سَمُ ڏِسي يڳوانُ،
جاڻي سڀ جهان، چمتڪارُ چيتن جو' (سامي)

ڪن هندي ۽ سنڌي ڪوين جا گروءَ جي واکاڻ ڪئي آهي سا سندن واتان ٻڌڻ جوڳي آهي.

گُر ڪُنجي پاهوُ نول منُ ڪوٺا تَہ چِتِ،
گر بن من ڪا طاق نہ اگهرءِ، اؤر نہ ڪنجي هٿ.

جي سَو چندا اُگوءِ، سورج چڙهہ هزار،
ايتي چانڻ هونديانءِ، گر بن گهور اَنڌار. (نانڪ)

گرو ڪمهار شش ڪنڀ هيءِ، گڙ گڙ ڪاڍءِ کوٽِ،
انترهاٿ سهاردي‌ءِ، ٻاهر ٻاهيءِ چوٽ. (نانڪ)

ڪبير پارس اُر سنت ۾، بڙو انترو جان،
وہ لوها ڪنچن ڪري، وہ ڪري آپ سمان. (ڪبير)

ستگر ساگر ٻوڙيئي، ماڻڪ جت لين،
ٻوڙيرئا ٻوڙيينديا، چڪڙ هٿ ڏين. (شاهہ)

پيرانديءَ پيرن جي، جنبي ڪجي جاٽ،
جهين سنديءَ واٽ، ماڻڪ لين مڱيا. (شاهه)

جنهنکي هاديءَ ڏنو حرف، تنهنکي علم عيان ٿيو. (مراد)

## سانگ ڌاري سنت ۽ مڪار مولوي

اهڙا سچا رهبر ۽ ڪامل ستگر جن جي نسبت هڪ سنت چيو آهي 'سنت ڪهين هم انکو پائي - ست لوڪ جن سرت سمائي' دنيا ۾ بلڪل ٿورا آهن.

گام گام هون ڦرون، ساڌو بڙو سڪاو،
جس ڪي گولي هون ڦرون، تانکو بڙو ڏڪار. (ڪبير)

دنيا جي پرپنچ ۾ ڦاٿل ساڌو سنياسي، جوڳي جٽاڌاري، ملان مولوي اکيچار آهن جي بگلي وانگر ڳنڍين ڳوڙهن ۽ متين موڙهن کي پنهنجي جار ۾ ڦاسائڻ ۽ ڳرڪائڻ لاءِ هڪيا وينا آهن. چوندا آهن تہ 'پير ڪي ڪٽن مجاور'. ڪيترائي دغاباز ۽ دولابي چيلا پنهنجن گمراہ ڳرن جي ڪوڙين ڪرامتن جي هاڪ ڦهلائي ابوجهہ استرين ۽ منجهيل مردن کي پنهنجي اندرجال ۾ پيا آڻين ۽ ڪانئن پئسا ڦري سندن مال مليدن ۽ مناين تي پيا پلجن ۽ ٿلها ٿين. هندستان ۾ نڪار نانگا، سچا سڪٽا ساڌو، بيروزگار باوا ٻانيڻ، مڪار مولوي ۽ ڪوڙا قلندر هزارن جي تعداد ۾ آهن. ڪوڙين ڪٿائن، سچن سنسن، ردي رواجن ۽ پاکنڊي پوڄائن ذريعي پليل پرمين کي برغلائي بيراہ ڪري رهيا آهن. پلا ڏسجي تہ سهين تہ 'آنکس ڪ خود گم است، ڪرا رهبري ڪند؟' مگر ماڻهو بہ پنهنجي عقل کان ڪم نہ وٺي رڍن وانگر ٻين جو نقل ڪري پيا پاڻ ڦرائين ۽ سچو ۽ سڌو رستو ڇڏي گمراہ ٿين. اهڙن ٺڳن جي ٺڳيءَ ۽ مڪاريءَ کي سيني ملڪن ۽ قومن جي شاعرن سخت ننديو آهي. صوفي دلپت اهڙن دوکيبازن جو دولاب ۽ دغابازي ظاهر ڪري پنهنجي سلوڪن ۾ کين چڱا تنبيه جا تازيانا هنيا آهن، اُن نسبت

ڪن سخن دانن جا گفتا هيٺ ڏجن ٿا.

در نماز و روزه، و حج وز ڪواه،
با منافق مومنان، در برد و مات. (رومي)

نيست از عزلت غرض زياد را جز صيد خلق،
عنڪبو تان را مگس در غار دارد گوش گير. (صائب)

از دلق پوش صومعه، نقدِ طلب مجوي،
يعني ز مفلسانِ سخن ڪيميا مپرس. (حافظ)

نيابي حق بغير از درد دل زين سبح گرداني،
به از صد دانه باشد دانهء اشڪي اگر داني. (جامي)

مالا ڦيري ڪيا هوئي، جو گئي نه من ڪي آس،
جيون تيلي ڪي بلد ڪو، گهر گهر ڪوس پچاس. (ڪبير)

مالا ڦيرَتَ جُڳُ گيا، مِلا نه من ڪا ڦيرَ،
ڪَر ڪا منڪا ڇاڏڪي، مَن ڪا مَنِڪا ڦير.

باهِرِ سي اُجَلُ دَسا، ڀيتر مئلا انگُ،
تاسي تو ڪئووا ڀلا، تن من ايڪهه رنگ. (دريا صاحب)

مَنُ مُريدُ هووَءِ نهين، آپ ڪهاوَءِ پيرُ،
هوا حِرصُ پلٽو لگي، ناحق ڀئي فقيرُ. (پلٽو)

پوڄا ڪارِ مَ پاڻ کي، تون مومنَ مَنُ موچار،
جي پوڄا ڪارَنِ پاڻ کي سي ڪافر آهن مُنهن ڪار،

پٽيا، پاپي، پيٽ ڪتا، بيحد ٻڇا ۽ بدڪار،
اُن تي آفت عذاب جي، ۽ باريءَ جي ٻلڪار،
پوڇا پروردگارُ، ٻاجهون ٻِئي ڪنهنڪي نہ جُڙي. (شاه ڀٽائي)

لڪين لباڙي، ڳالهيون ڪن آڳم جون،
سامي ڪوڙائي ساڌ ٿيا، مٿو ۽ ڏاڙهي،
ڪلڪائين ڪپٽ جي، ڪاتي ڪهاڙي،
پاڙ ڪائي پاڙِي، وَهي وڃن وَهُہ ۾. (سامي)

ملاحظ ڪجن صوفي دلپت جا سلوڪ پوربي ۾.

جيڪڏهن منش ساڌن جي سنگ ۾ آيو ۽ سچي ستگروءَ جي شرن پيو تہ پوءِ ڪامل مرشد جي هدايت هيٺ طريقت طيءِ ڪري معرفت جي منزل مانِ لنگهي وڃي حقيقت پروڙيندو. صوفي جڏهن شريعت جو شاهراه پورو ڪري طريقت تي اچي ٿو تہ پوءِ هوُشريعت جي ٻندنن کان آزاد آهي ۽ ناسوت کان مٿي چڙهي ملڪوت ۾ اچي فرشتن جو همسر ٿئي ٿو. طريقت جي ميدان ۾ قدم رکڻ جي معنيٰ آهي ظاهري ڳالهينِ کي ڇڏي باطن ڏانهن رخ رکڻ ۽ جسم کي ترڪ ڪري روح ڏانهن ورڻ جئن ڪنهن شاعر چيو آهي :

شريعت سر جهڪانا هيءِ، طريقت دل لڳانا هيءِ.

طريقت ۽ معرفت مان ترقي ڪري، علم اليقين ۽ عين اليقين کان اڳتي وڌي جڏهن هو حق اليقين پروڙي ٿو تہ پوءِ دوئيءَ جو پڙدو وچان نڪري وڃي ٿو ۽ محسوس ٿو ڪري تہ 'اندر پرين ٻاهر پرين، پرين مون ئي ساڻ'. اُهو درجو آهي فنا في الحق جو جنهن جي حاصل ٿيڻ تي سالڪ بيخوديءَ جي مستيءَ ۾ منصور وانگر 'انالحق' ۽ بايزيد وانگر 'اناسُبحاني ما اعظم شاني اِني انا الله لا الله اِلاانا' جا نعرا ويٺو هڻي.

## عشق يا پريم

دنيا جي عام ماڻهن ڪيترائي ڌرم ۽ مذهب، مت ۽ متانتر، ڪريائون ۽ ڪرم ڀرم گهڙي ڇڏيا آهن. هندو چون ته ويد پراڻ شاستر ۽ سمرتيون سچيون آهن. چارئي ڌام ڪرڻ، ورت ۽ پاٺ رکڻ، پپر ۽ تلسي پوڄڻ، نرڙ تي نموني نموني جا تلڪ ڏيڻ، نادن ۽ گهنڊن وڄائڻ معرفت ئي مالڪ کي ڳولهي سگهبو. ڏند ڪٿائون به اکيچار گهڙيون اٿن. نڪ مان چاول ناسڪريت جي آڪاٽي، بدن جي ميل مان ٺاهيل گڻيش جي ڪٿا، ٽيجڙيءَ جي ڳالهه، مهاديو جو مودڪ وغيره وغيره گهڙيون ئي ڏند ڪٿائون آهن. مسلمانن جو اعتقاد آهي قرآن ۽ حديث پڙهڻ ۽ بانگن ڏيڻ ۽ روزن رکڻ وغيره ۾. مطلب ته سيڪنهن قوم ۽ مذهب جا شرعي احڪام مختلف آهن؛ مگر عاشقن ۽ عارفن جو مت هڪڙو ئي آهي جو آهي عشق جو. ع عاشقان را مذهب و ملت خدا است. درياهه جي ڪٺي ڪرڻ، وچ درياهه ۾ ٻڪر ٻوڙڻ، ديويءَ تي ٻل چاڙهڻ، پيروَ تي شراب ۽ هنومان تي تيل چاڙهڻ، شو جو لنگ پوڄڻ، ڳانءِ جو ڇيڇ مٿي تي لڳائڻ، مندرن ۽ مڙهين جي چائنٺ تي نرڙ گسائڻ يا گردوارن جي پٿين سان پنيون گهڻ، وام مارگي ۽ اگهوڙ پنٿي ٿيڻ، سماڌين ۽ قبرن ۽ تابوتن تي گل وجهي ڦيرا پائڻ، امامن حسن ۽ حسين جي تعزين تي جسم ڇلي رَتورَت ڪرڻ، امامت ۽ خلافت جي سوال تي هٿين ٻڃين پوڻ وغيره مت متانترن ڪان سچا سالڪ ۽ حقيقي عاشق ڏهه ڪوهه ڏور ڀڄندا آهن. سندن مقصد آهي مرشد وٽان الاهي اُلفت جو پُر پيالو پي مست ۽ بيخود رهڻ ۽ يار سان يڪتائي ۽ وصل حاصل ڪرڻ. زاهدن وانگر سچي عاشق کي بهشت جون حوران ۽ غلمان ڪشش نٿيون ڪن. نڪي وري دوزخ جي باهه جا اُلا تا ڏرائين. هو فقط يار جو طلبگار آهي ۽ ساڻس ئي ڪيس سروڪار آهي. آخر اهڙو وقت اچي ٿو

جو عشق جي مستاني لاءِ سوري سيج ۽ مرڻ مشاهدو ٿيو پوي.

جس مرني سي جڳ ڏري، ميري من آنند،
ڪب مريئي ڪب پائيئي، پورن پرمانند. (ڪبير)

عشق يا پورن پريم ڪو وقتي جذبو يا منداڻتي چڪ نہ آهي، مگر هيءُ اُها مستي آهي جا هر وقت ۽ هر حال ۾ لڳي اچي.

چَڙهن چڙهيءَ چڻ اوترءِ، سو تو پريم نہ هوءِ،
اگهٽ پريم پنجر بسي، پريم ڪهاوءِ سوءِ.

دنيا جا معاملا ۽ مشغلا سالڪ جي آڏو بيشڪ اچن ٿا مگر سندس ترقيءَ ۾ مانع ٿي نٿا سگهن.

ز ذڪرِ حق نراند شغل دنيا مرد عارف را
صدف را شور دريا نيست مانع از گهر بستن

هو ڪمل گل وانگر پاڻيءَ ۾ رهي بہ نرليپ ٿو رهي ۽ هميشه خدا جي ذڪر ۽ فڪر ۾ رهي، دست بڪار، و دل بہ يار جي اصول تي ٿو هلي. جئن سَتي پيڪي گهر هوندي بہ، هردم پنهنجي پتيءَ جي تنوار ٿي رکي، تئن سالڪ جون رڳان بہ هر لحظي هنومان وانگر مالڪ جي محبت جو راڳ ٿيون ڳائين.

تَنُ تسبيح، منُ مڻڪو، دِلِ دنبورو جن،
تندون جي طلب جون، وحدت ساڻ وڄن،
'وحده لا شريڪ لہٗ'، اهو راڳ رڳنِ،
سي سُتا ئي جاڳن، ننڊ عبادت اُنَ جي. (شاھ)

جئن پتنگ شمع لاءِ، چڪور چنڊ لاءِ ۽ چاترڪ سواتي بوند لاءِ پيو واجهائي، تئن هو بہ مالڪ لاءِ بي قرار ٿو رهي. ڳالهہ ڪندا آهن تہ جڏهن هنومان املهہ موتين جي مالها جي داڻن کي ڀڃي ڏٺو تہ رام جو منجهن نالو ئي نہ آهي تہ يڪدم تنهن سمجهي مالها ئي ڪٽي ڦٽي ڪيائين، اهڙن سچن پريمين لاءِ شيخ حميد الدين ناگوري جي قول موجب جيڪي آهي سو عشق آهي.

دنيا عشق جي ٻني آهي ۽ آخرت عشق جو باغ آهي. موت عشق جي مستي آهي ۽ حياتي عشق جي هوشياري آهي. ڏينهن عشق جي خوشي آهي ۽ رات عشق جو غم آهي. دين عشق جو جمال آهي ڪفر عشق جو جلال آهي. بهشت عشق جو ذوق آهي ۽ دوزخ عشق جو شوق آهي.' پريم نسبت مطالع ڪجن دلپت جا سلوڪ محبت جا، سلوڪ پتنگن جا ۽ سلوڪ سڪ جا.

## عشق مجازي ۽ حقيقي

صوفين جي عقيدي موجب عشق مجازي عشق حقيقيءَ جي پُل آهي، المجاز قنطرة الحقيقت. مگر جيڪڏهن پانڌيڙوءَ ڪي پُل جي پرينءَ پر وچٽو آهي ته ڪيس جڳائي ته پل تي ديرو دمائي نه وهي مگر جلد پل لنگهي وڃي پار پوي. تهڙيءَ طرح سالڪ کي به گهرجي ته دنيوي عشق کي ڇهتي نه پوي ۽ اُن کي منزل مقصود نه سمجهي. ٻاهرين حسن ۽ سوڀيا تي موهت ٿيڻ آهي گمراهي ۽ خواري.

عشقهايءِ ڪزپيءِ رنگي بود-عشق نبود عاقبت ننگي بود

عشق بامرده نباشد پائدار-عشق رابر حي وبر قيوم دار

حقيقي عشق سيني دردن جي دوا ۽ جملي علتن جي شفا آهي جئن مولانا روميءَ چيو آهي:

شاد باش اي عشق خوش سوداءِ ما

وي طبيب جمله علتهائي ما

## نفس ڪشي ۽ پاڻ وڃائڻ

روحاني ترقيءَ جي راهه ۾ اِنسان جو سڀ کان وڏو دشمن آهي نفس، جو ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موهه، اهنڪار وغيره واشنائون ۽ ترشنائون جاڳائي ڪيس برغلائي رهيو آهي.

ڪام جي آگ اهڙي آهي جا ٻجهائڻ ڪان ٻاهر آهي.

نار شهوت مي نيارا مدباب - زانک دارد طبع دوزخ در عذاب

ڪام جي آنڌ ۾ شهوت جو مغلوب ٿي انسان پاڻَ جي آفتون آنديون آهن تن سان سوين قصا ۽ ڪهاڻيون پُر آهن. ڪروڌ به انسان جي اکين تي اهڙا ڪوپا ٿو چاڙهي ڇڏي جو هو سچ کي ڪوڙ کان ۽ فائدي کي نقصان کان تميز نٿو ڪري سگهي. لوڀ ۽ موهه ڪڏهن ڍاپڻ جا نه آهن فقط قناعت ئي سندن انت آڻي سگهي ٿي. جئن باهه ۾ گيهه پوڻ سان باهه پڙڪي ٿي، تئن لوڀ به مطلوب حاصل ٿيڻ سان وڌيڪ تيز ٿئي ٿو.

جو دس بيس پچاس ڀئي شت هوء هزار تو لاک منگيگي،
ڪوٽ عرب کرب اسنکيه ڌراپت هونيکي چاهه جگيگي،
سرگ پتال ڪو راج کرون ترشنا اَڌکي ات آگ لگيگي،
سندر ايک سنتوش بناشت، تيري تو ڀوک کدي نه ڀگيگي.

اهنڪار يا خوديءَ کان وڌيڪ بد عادت ڪا ڳولي لڀي. صوفي انهيءَ ابليسي عادت کي ڌڪاريندا آهن ۽ اُنجي بدران تواضع ۽ خاڪساريءَ کي سر جو تاج سمجهندا آهن.

حباب از سر بلندي پايمال موج مي گردد
غبار از خاکساري سرير اوج آسمان دارد.

انهيءَ نفس اماره کي جيتڻ ڪنهن رستم جهڙي سورمي جو ڪم آهي. چوندا آهن 'من جيتي جڳ جيت'. نفس کي نوائڻ افرا سياب جي هفتخوان کان گهٽ بهادريءَ جو ڪم نه آهي.

'سامي سوئي سُور، جو جيتي مَن مَواسَ کي.'

من مارڻ نسبت ڏسجن دلپت جا سلوڪ پوربي ۾.

فنا ۽ بقا

خوديءَ جو حجاب هٽائي جڏهن سالڪ پنهنجون سڀ خواهشون، احساس ۽ افعال خدا جي راهه ۾ مٽائي ٿو ڇڏي ته پوءِ هو فنا في الله

آهن مگر خدا جا
تي وجي ٿو. پوءِ سندس سڀ اقوال ۽ اعمال هن جا نہ آهن مگر خدا جا
آهن ڇاڪاڻ تہ هنکي ڪا انفرادي هستي ئي ڪا نہ آهي. جيڪي هو
چوي يا ڪري ٿو سو سندس مالڪ جي ئي مرضيءَ تي فوني يا ڪاٺ
پتليءَ وانگر چوي ۽ ڪري ٿو.

درپسِ آئنہ طوطي صفتم داشتہ اند

هرچ استاد ازل گفت بگو مي گويم (حافظ)

فنا جا ٻہ قسم آهن، خارجي ۽ داخلي. پهرئين ۾ سالڪ تي خوشي
۽ غم، فائدو ۽ نقصان ڪجهہ اثر نٿو ڪري، ڇاڪاڻ تہ هو سمجهي ٿو

بدرد و صاف ترا نيست حکم دم درکش

ک هرچ ساقيء ماريخت عين الطاف اَست (حافظ)

اِهو آهي رضا جو درجو جنهنجي حاصل ڪرڻ سان نہ آئي جي
خوشي نہ وئي جو غم ٿو ٿئي.

هوئي هيءَ دل کي محويت سي يان يکسان غم و راحت،

نہ ماتم مرني ڪا هيءَ، مير ني جيني کي شادي هيءَ.

ٻئي قسم ۾ سالڪ مالڪ تي توڪل ٿو رکي ۽ سندس سڀ ڪم خدا
جا ڪم ٿين ٿا. پوءِ هو ڪڏهن منصور وانگر انالحق پيو چوي تہ
ڪڏهن بايزيد وانگر 'سبحاني ما اعظم شاني' جو نعرو پيو هڻي.

پوءِ پاڻکي مالڪ ۾ محو ڪري اها ابدي حياتي ٿو ماڻي جا لازوال
آهي ۽ يڪتائي حاصل ڪري سچدانند سروپ ۾ سروآنند پيو پوڳي.

('صوفي دلپترام جا سنڌي سلوڪ' پستڪ تان کنيل، پڙ مهاڳي مضمون
جي پڇاڙيءَ ۾ ليکڪ جو نالو نہ ڇاڻايل)

# سلوڪ پريم نورتي ڪرڻ جا

جيئن سلوڪن جي سِري مان ظاهر آهي تہ اَگياني لوڪن جي پريم نورت ڪرڻ (مٽائڻ) لاءِ هي سلوڪ چيل آهن. مورک لوڪ، هن ڪوڙيءَ دنيا جي موه ۾ ڦاسي، ٻاٽيهي پاڻ کي دکي ڪري رهيا آهن ۽ سک ساگر، جو پرماتما آهي، تنهن کي نٿا ڏسن ۽ هيءُ اَمولڪ مانک جنم اَجايو وڃائي رهيا آهن. پرماتما اَسان جي اَندر ۾ وسي ٿو پر هي اَبوجھ ان کي ٻاهر پيا ڳولن. آتم ڌن يا روحاني خزانو اِنسان وٽ آهي پر بيوقوف اِنسان ٻيائيءَ جي پريم ۾ ڦاسي دک جون دانهون ڪري رهيو آهي. ان پريم کي نورت ڪرڻ لاءِ هي سلوڪ چيل آهن جي جملي ١٥ آهن.

١

ٻيائي ٻولي ڪري، پوري پرم نہ پل،
هوت تنهنجي هنج ۾، ناحق روهہ نہ رل،
پڇي ڇڏ پنيور کي، ڪاهي ڪيچ نہ ڄُل ا،
هيءَ هنگامو٢ هُل، دلپت هڪ حبيب جو.

٢

پرين پس پاڻ ۾، پوري پرم پيچ،
جدا ٿيءَ جهان کون، جيئندي مرڻ ميچ،
پئي تون پاڙيءَ ۾، موڳي مرين اُچ،
پهہ لڳي پرين جي، ناحق رلين رچ،
چاڪي سهڪين سچ، دلپت ڇڏي پرين کي.

٣

پوري پرم ڇڏ، پرين پس پاڻ ۾،
وِتِ نہ آهي وار جي، تو حبيبن هڏ،
جن ناهي نينهن نام سان، تن سڏڙين کي نہ سڏ،
جن کون خلل پوي خيال ۾، تن لنڊن وٺون لڏ،
غير سان نہ گڏ، دلپت دل ڏارون دوست جي.

٤

پيچ پوري پرم کي، پيهي پاڻ سُڃاڻ،
رلين ڇو روهن ۾، ڪاهي ڪيچن ڪاڻ،
دلپت سو سپرين، سدا توئي ساڻ،
تون ساڳي پنهون پاڻ، وچڙيو ٿي واڪا ڪرين.

(١) وڃ (٢) گوڙ بکيڙو

٥

جي اَٿئي پياس پرينءَ جي، تان ڪري آءُ سر جي ست،
ڪنون عشق عجيب جي، موڙي منهن نہ مٽ،
ايهہ گمان غير جو، لوڙهي ڪٽي لٽ،
آسانگو عالم جو، ڪوري قلبون[1] ڪٽ،
محبت رکي من ۾، مَئن[2] جون پاڙون پٽ،
دلپت پس پاڪي، ويجهو ولين[3] وٽ،
تان گهوٽ مليئي گهٽِ، چٽين پرانهين پنڌ ڪون.

٦

جي اَٿئي پياس پرينءَ جي، تان سر سنباهي هل،
پئي محبت مچ ۾، جانب لئہ تون جل،
سڪ سور پرينِ جو، سڌڙين ڪي نہ سل،
جئن جئن واچين ورق تون، تئن تئن پوي ول[4]،
وٽي ڪين وَلهي[5]، اِيهو هاسيءَ جهڙو هل،
پُهہ لڳي پرين جي، پوري هڏ نہ پل،
هوت اَٿيئي هنج ۾، ناحق روهہ نہ رل،
چڙهہ نيزي نينهن جي، تان ويجهو ٿيئي وصل[6]
دلپت عشق اَصل، ملي سَودي سِرَ جي.

٧

جي اَٿئي حب حبيب جي، تان گهايل گهر ۾ گهار،
چڙهي نيزي نينهن جي، ترس تہ پسين تار،
وَنءُ وايوڙين سامهون، کُهڻ جنجي ڪار،

---

(١) من مان (٢) مان مان (٣) اولياءَ يا درويش (٤) چالاڪي
(٥) گهوٽ (٦) ميل ميلاپ.

لائي وار،
دارون ڏينديءَ درد جو، ويچ نہ
ڏسنديئن پاڻ ۾.
دلپت ديدار، پاڙون

٨

جي اُٿئي پياس پرينءَ جي، تان وِسن وٽ نہ ويهہ،
اَچي عشق عميق ۾، پاڻ پروڙي پيهہ،
پيرو ڪٽي پرينءَ جو، ڏوري لهج ڏيهہ،
دلپت ساڻ سنيهہ، ساجن مليئي سترو.

٩

جي اُٿئي پياس پرينءَ جي، تان سر سنباهي ا اَچ،
سدا سپيرين جو، تو محبت بري مچ،
پئي ڪوري وچ ۾، پتنگن وانگي پچ،
سڙي تيءَ سچ، تان دلپت پسين پرين کي.

١٠

جي اُٿئي سڪ پريَنِ، تان ڏي سنباهي سر،
سڪڻ ءَ سورن جو، ڪٺج ساڻ سمر٢،
ڪُس ڪاتيءَ ڪلال جي، ڪٽي ڪاريهر جان ڪر،
ڏي سر سٽ ۾، گهايل٣ گهار م گهر،
دلپت پڪيءَ پر، پرين پني ڪنڌءَ٤ پيڙ جي.

١١

اَندر پرين ٻاهر پرين، پرين مون ساڻ،
ويجهو آهي ونين ڪون، ويريچل وڻاڻ،
دلپت وچان ئي ويو، پل پلاندو پاڻ،

---

(١) تيار ڪري (٢) سامان (٣) ڪنل (٤) سنپال لهندو.

آسين ساڳي پرين پاڻ، ٿي ناحق تڪيم تڪيا.

۱۲

وڻ ٽڻ ملخ ماڻهو، پسون پنڪي پهاڙ،
هي مڙيوئي هڪڙي، جانبا جو جنسار،
لڪي هن لباس ۾، تو الائي اظهار،
دلپت ديدار، ٿئي عين جي اکين سان.

۱۳

اَندر اوهي ٻاهر اوهي، اوهي ڳولهه ڳولهيوي،
نانءُ نمونا جهندا ناهين، سو کهڙي ٻول ٻوليوي،
روپ رنگ آکار آکاسا، کهڙي تول تليوي،
ڳُنگا گاوي ٻوڙا ٻوجهي، کو عاقل کول کليوي،
دلپت حيرت دي وچ حيرت هوئي، مت کو پليوي.

۱۴

موهن مورت آئي اَچانک، دل دي اندر اٽکي،
وسري کايا۲ سڌ سپ پلي، لوک لاج کل سٽکي،
جت ول ويکان سپ سهڻي صورت، آئي چيک چت چٽکي،
دلپت دل دي ڪوئي نہ جاڻي، هڪ ستگر جاڻي گهٽ کي.

۱۵

سهڻي صورت ستگر والي، آءِ اَکيان وچ اڙکي،
ويکڻ سيتي دل دي اَندر، باهه برهه دي ڀڙکي،
ساڙ ساهه نون ۳ سک سڄڻ دي، ،جيءَ جگر وچ جهڙکي،
دلپت دلبر درس دکايا، جب کولي ڳُر کڙکي.

---

(۱) پريتم (۲) شرير (۳) کي.

# سلوڪ محبت جا

هي سلوڪ محبت يا پريم جي باري ۾ آهن. دنيا جي ماڻهن ڪيترائي ڌرم ۽ مت، مذهب ۽ متانتر، ڪريائون ۽ ڪرم گهڙي ڇڏيا آهن. هندو چون ته ويد پراڻ، شاستر ۽ سمرتيون سچيون آهن. مسلمانن جو اَعتقاد آهي قران، حديث پڙهڻ ۽ روزن رکڻ وغيره ۾. مطلب ته سيڪنهن قوم ۽ مذهب جا شرعي احڪام مختلف آهن. مگر عاشقن ۽ عارفن، سچن درويشن ۽ سنتن جو مت هڪڙو ئي آهي، جو آهي عشق يا محبت وارو مَتُ، جيئن چيل آهي ته 'عاشقان را مذهب و ملت خدا است'. هن سِري هيٺ صوفي سائين دلپترام جا جملي ٤٧ سلوڪ چيل آهن.

١

نڪو محبت جھڙو ما مروا، نڪو سِڪڻ جھڙو سوُر،
ساڙي وڏو ساھ ڪي، پل پل پرِيَنِ پوُر،
چيري چچري چت ڪي، چشمن٢ ڪيو چوُر،
دوست منھنجي دل ڪون، شال دم نہ ٿئي دور،
دلپت ھنئين حضور، شال سدا ھووي سپرين.

٢

محبت جي ميدان ۾، پيا مشتاق٣ مري،
اوچتي عشق جيِ، اَندر آگ ٻري،
تن تتو تنور٤ جان، وِيڙو جيءُ جري،
دلپت دردوندن جي، گھر ۾ ويھہ گھڙي،
پڙدي آءُ پرين، متان عشق اُکھاڙو ڪريئي.

٣

محب منھنجا سپرين، محبت مون نہ مٽيج،
سنھي تند پريت جي، تنھن ساھي تان نہ ستيج،
سچڻ سڪ سرس ڪر، نت اَچي ڪون نہ گھٽيج،
خام خيال اَندر جا، لوڙھي سڀ لٽيج،
محڪم٥ جھلي جيءَ ڪي، مَٺن جي پاڙ پٽيج،
ويھي ورھہ وٽيج، دلپت پنھنجي دوست سان.

٤

حب منھنجي ھوت سان، اَصل٦ ڏانھڪون آھہ،
اڳئين ناتي نينھن جي، اَچي ٻاري برھہ باھہ،

(١) آپدا (٢) اَکين (٣) عاشق (٤) ٻني يا ڪورو (٥) پڪو (٦) منڍ ڪان.

جيرا جليا جوش ڪون، اَندر عشق آزاهه،
دلپت دردوندن جي، عرشين پهتي آهه،
ساجن پاڄهون ساهه، چُري آيو چپن تي.

٥

اَتيئي نازڪ ناتو نينهن جو، اَدب ۾ تي آءُ،
محبت جي ميدان ۾، پير پختو پاءِ،
اُتي ناهي سڏڙين جي، ڪائي جُنبڻ جاءِ،
عشق آتش مچ ۾، اُيو پاڻ پچاءِ،
تان رچي ايندين ريءَ سان، برهه باهه منجهان ءِ،
مُڙڻ آهي مهٽو، مرڻ مُراداءِ،
سڪ نه آهي سٽري، جان لاتئه تان نباهه،
ثابت سر سنباهه، دلپت اَڳيون دوست جي.

٦

محبت جي ميدان ۾، ڪانئر۲ ڪين اُين،
ڏِسيو جهد جوڳين جا، ڪوڙا اُت ڪنبن،
مَٽي منهن محبت ڪون، ٿا جوڦي ۾ جُنبن،
دلپت درد دوست جو، لڳو نه لوپين،
ڪي لکن ۾ لين، جن جو ناتو ناٿ سان.

٧

جن جو ناتو ناٿ سان، سي نِهوڙيا نينهن،
تن ماڪيون منو لڳي، پرين وِرهه ويهه۳،
سي پيا محبت مچ ۾، جئن شڪار پنَيان شينهن،

(۱) چرپر ڪرڻ (۲) ٻڄڻا (۳) وڇوڙي جو زهر.

ويراڳين تي وصل جا، وُٺا محبت مينهن،
دلپت راتيون ڏينهن، اوُ رتا وتن رام سان.

٨

رتا وتن رام سان، جي ڪيا عشق اَڏين،
مشتاقن ماري من کي، ڪيو محبت ۾ مَهين،
ڪنهن ساں ڪنهن لوڪ ۾، تن ڪِينو آهي ڪين،
دلپت دردوندن جي، راتيان ڏينهان ڏين،
پائڻ پڇي پولا ڪري، ٿيا هيٺن کون هيٺ،
جا پاڻي تي مين٢، تنهن ملاح وٺي ڪيئن جار ۾.

٩

ملاح وٺي چا جار ۾، تنهن هنئين حيراني،
مري مڇي مَوج سان، تي پاڻيءَ ۾ پاڻي،
مشتاق محبت مڇ ۾، فنا ٿيا فاني،
اَصل عاشقن جي، ايها نينهن نيشاني،
ڪنهن ورلي جاني٣، دلپت اِيهه گت گيان جي.

١٠

دلپت ايهه گت گيان جي، جاڻن ڪي گياني،
جن اَناتَم اَيمان کي، فنا ڪيو فاني،
تن ڏٺو پنهنجي ڏيل٤ ۾، اَلک آساني،
پيهي ويا پاڻ ۾، سروپ سڃاڻي،
مڪت ٿي ٻانهي، تن چرن چمي تي چاهه سان.

---

(١) وسيا (٢) مڇي (٣) جاتي (٤) اندر.

١١

محبت جي ميدان ۾، هلي نہ لوڻين لاف ١،
سچن بيهڻ سڙو، ڪوڙن کي ڪوهہ قاف ٢،
عاشق اُسري آئيا، سينا ڪري صاف،
تن مرڻ ڏيو معاف، دلپت جي مري جيئا من ۾.

١٢

محبت جي ميدان ۾، هلن ڏا هوشيار،
مارين ڏا من کي، هٿي حقيقت هٿيار،
اُت عاشقن جا اَڏيءَ تي، سر جدا ڌڙ ڌار،
سسيون سورن جون ٿيون، سوريءَ سڪ سوار،
ڪئين منصور ٿي چڙهيا، اُتي درد دار،
چاڙهي نيزي نرت جي، نينهن ڪيا نروار،
دلپت دلدار، تن ڳهڙي ڏنو گهٽ ۾.

١٣

سڪ نہ آهي سٽري، جا تو پاڻئين راند،
ڌڙ عاشقن ڌوڙ ۾، سسيون سيلي ٣ پاند،
گهڙ ميدان مردن جي، ڇڏي سيئي ڇاند ٤،
ڪيڏ ڪاپڙي قلوب مون، مايا موهہ اُپاند ٥،
سِک ويهي ست سنگ ۾، نمرتا ڪميا ڪانڌ،
ڪن اَکيون عالم ڪون، ٻئي ٻوٽي ٻانڌ،
وست ورتئہ گر ڪون، سا سوگهي ساهہ ۾ ساندي،
منزل تنهنجي مهاند، دلپت ويهہ نہ هٽ تي وسيلو.

---

(١) ٻڙاڪ (٢) جبل (٣) پلوَ ۾ سوري (٤) ڇل ول
(٥) واد ووار.

١٤

سک نہ آهي سٽري، مشڪل گهٽي سڪ،
عاشق اُسري آئيا، ڪري لوڪن لڪ،
ميا مڙيا نہ مُئي ڪون، در جي جهلي ڏڪ،
ڏيئي سر سٽ ۾، ٿا پيئن پرينءَ پڪ،
پُر پيتائُون هٿون حبيبن جي، تان پي هين هڪ،
عاشق تکي تِڪ، دلپت تونس١ تن ۾.

١٥

سک نہ آهي سٽري، جي لڳي هووءِ تہ لاءِ،
گهڙي عشق آڙاهہ٢ ۾، جيرو جيءَ جلاءِ،
سر سپيرين ڏي، سچي سک سنباهہ،
ناتو نينهن نباهہ، دلپت ويهي در دوستن جي.

١٦

لوڪن ليکي سک سٽري، پرسکڻ آهي تکو تير،
لڳي جنهنجي جيءَ ۾، سوئي جاڻي پيڙ،
دل کي اَچي نہ ڏير، دلپت ڏارون دوست جي.

١٧

سک نہ آهي سٽري، سکڻ وڏو ٽوڪ٣
سچن ملائي سٽري، ميءِ محبت موڪ،
سڏڙيا در ساقيءَ ڪون، وريا وڃن ڦوڪ،
طالبن وڏو تن ۾، پرينءَ طلب طوق٤
تن وشئہ وٽي نہ ڪا بي، جي وينا جانب ذوق٥
جي چيريا چشمن چوڪ٦، سي پرئِن چيني٧ چڱا ڪيا.

---

(١) اُڃ (٢) ڪڏ (٣) شيءِ (٤) پٽو (٥) شونق (٦) اِشارو (٧) سيڪاري.

۱۸

سڪڻ وڏي وٽ،
سڪ نہ آهي سڪري، پئي رڳو رت،
عاشقن جي اندر جو، ڏيکاري تت۱،
طالبن کي تن ۾، ٿي پچي مذهب مُت،
آنڌن ۽ ڪاٽن جو، ٿي مليا دوست کي.
سچا ڪري سٽ، دلپت مليا دوست کي.

۱۹

نانگا هليا نانهہ ڏانهن، واهي نينهن نفير۲،
سٽي سوز سڱين۳ جا، سامين سڙيا سرير،
پُريا پورب پار ڏي، الک رکي اُڪير،
دلپت ڏارون دوست جي، ان دل نہ اچي ڏير،
فنا ٿيا فقير، ڏسي منهن محبوب جو.

۲۰

ڏسي منهن محبوب جو، جوڳين جيءَ جُهريا،
ڪاپڙي ڪاهي قصد۴ مون، پورب پار پُريا،
چڙي حد بيحد کي، لنگهي ويا تُريا،
دلپت دل درياهہ ۾، طالب تار تريا،
ڳروءَ جي ڳُهريا، سي محو ٿيا مهران ۾.

۲۱

ڏسي منهن محبوب جو، مري من ويو،
گهڙي عشق آڙاهہ ۾، ڪامي ڪيهہ۵ ٿيو،
ويو وريو ڪونہ ڪو، وڃي اُتِ پيو،

---

(۱) ست (۲) نفس جو پريم (۳) شهنائي (۴) پڪو اِرادو (۵) ناس.

دلپت دوست دل کي، قابو قيد ڪيو،
مري جو جيو، سو حق ٿيو وچي حق سان.

٢٢

حق ٿيا وڃي حق ۾، ڪي ويراڳي وير،
جن طالبن تن ۾، لڳا طلب تير،
سي پُريا پرانهين پنڌ تي، سهي پريَنِ پيرُ،
جن ڏريِ دلپت ڏير، سي اوريئي مليا الک کي.

٢٣

گهڙي گگن غفا١ ۾، نانگا ناٿ نهار،
سوار ٿي سُرت سوريءَ تي، گر جو واڪ ويچار،
بنا زبان ذڪر جو، سوئي شبد سنيار،
ڪولي محل ترڪٽي٢ جو، جوڳي ڪر جُهارُ٣
جفا٤ ڏئين جيءَ کي، تان ڪلي نوُر نروار،
ڏس پنهنجي ڏيل ۾، اَلک جا اِسرار،
دلپت مليئي مرار٥، جي دست٦ ڪرين دل کي.

٢٤

جي نانگا پائين ناٿ جا، پسان نئن نروار،
تان ڏس پنهنجي اَکين سان، اَلک جو اسرار،
آهي سڀ سرير ۾، آتما اظهار،
پر دلپت ديدار، ٿو ملي ساٿي٧ سِرَ جي.

٢٥

ٿو ملي ساٿي سر جي، دوست جو ديدار،

---

(١) غار (٢) دسوين دوار (٣) ڪوشش (٤) تڪليف
(٥) ڪرشن مراري (٦) هٿ (٧) ڪاٿي.

ڏيئي دل دلال کي، ويهي ڪر واپار،
جي پوين قبول قريب کي، تان ڏي سر سينگار،
وڏي ورهه سان سر، ڏڄ ڪون ڪري ڏار،
دلپت دلدار، تان ڳهڙي اَچيئي گهٽ ۾.

٢٦

نانگا هليا نات ڏانهن، برهه وسائي،
حليميءَ حل ڪيا، نينهن ۾ نوائي،
ڪيا عشق اَڏين سي، گيرپ گنوائي،
نڪي ڏاهي هليا، نڪي ٻٽائي،
ڪٺي هليا نه پاڻ سان، ڪو سمر سنباهي،
نڪي ڳنڍ ڳنڍي هليا، نڪي چنائي،
نڪي پائي هليا، نڪي وڃائي،
جمڻ مرڻ جيءَ جي، سڀ شنڪا مٽائي،
نه دعوي دنيا سان، نه عقبي[1] آهي،
اُڇت هليا نڪري، هٿڙا ڇڏائي،
هنگلاج جي هلڻ جي، حب ناٿن ناهي،
ڪاپڙين ڪاهي، دلپت لڌي ڪَلَ ڪپاٽ[2] جي.

٢٧

لڌي ڪل ڪپاٽ جي، جوڳين جُهد ڪري،
لنگهي ليڪو لوڪ جو، پيا پار پري،
آديسي اڪير سان، هليا دوست دري[3]
سنڌ سڄاڻي پانهنجي، گهڙي ويا گهري،

(١) ٻي دنيا (٢) دم جي خبر (دسوين دوار جي سنيال)
(٣) گهر.

دلپت ڏير ڏري، نانگا مليا نات کي.

۲۸

نانگا مليا نات کي، جي هُوا نهوڙيا نينهن،
ويراڳي ويران ۾، ڪاڏا شوق شينهن،
ڏِئين ڏوڻا درد جي، ٻنڌي وَنگُ برهه،
متي ڏوم مندر ۾، نچي نرت نِريهه،
آديسين اَندر ۾، وسيا وصل مينهن،
دلپت راتيون ڏينهن، جيءَ ۾ جُهڙ پرينءَ جو.

۲۹

جيءَ ۾ جهڙ پرينءَ جو، گجن ڪڪر ڪاپار،
برهه وچ واڪا ڪري، چمڪي چت چوڏار،
موهن ميگهه محبت سان، ڪيا وسڻ جا وسڪار،
ڏسي منهن محبوب جو، ٺريا نئن نار،
لايو برهه بهار، دلپت دائم دل ۾.

۳۰

دلپت ويراڳين تي، وسيا وصل مينهن،
ڦوڙائي فراق جا، ويا ڏکيا ڏينهن،
موهن مليو انکي، جن لاٿي لوڪن ليهه،
نوازيون نينهن، دلپت دليون دردوندن جون.

۳۱

جن ڏٺا نيڻ نات جا، سي گهوماٽيا۲ بہ گهمن،

(۱) هوا ڦوڪڻ (۲) اُداس.

اُٿاريون عشق اَڪڙيون، سي سڪ نہ سيج سمهن،
درسن ڪارڻ دوست جي، ٿيون اَندر ۾ اُجهن،
پيو ڪين پڄهن، دلپت ڏارون دوست جي.

٣٢

محبت جي ميدان ۾، ڪي ٻيهن مرد مدام،
ساٿو ڪري سر جو، رڙهي گڏيا رام،
دلپت اُنجي، لٿي سڀ مَلامَ ا،
ڇڏي طمع تمام، نانگا هليا نانهہ ڏهن.

٣٣

محبت جي ميدان ۾، ڪي هلن شير شِتابُ٢،
ڪُلهو ڏيئي ڪاتيءَ کي، ڪُسي ٿيا ڪباب،
دلپت عشق عميق جو، چکيو اُن شراب،
ڪري جيئڻ جواب، نانگا هليا نانهہ ڏهن.

٣٤

محبت جي ميدان ۾، ڪي بيهن ساهوُ شير،
دلپت پيا اُن جا، پار نہ ٻئي ڪنهن پير،
ڪري ڏڙ پنهنجا ڍير، نانگا هليا نانهہ ڏهن.

٣٥

محبت جي ميدان ۾، ڪي سورهہ شير اُين،
مٿا متارن جا، نيزي نينهن ڇُين،
دلپت تن ديوانن جا، پيا ڌرتيءَ ڌڙ ڌين،

---

(١) ملامت (٢) تڪڙا.

ڏيئي سر سيڻن، نانگا هليا نانهه ڏهن.

٣٦

نانگا هليا نانهه ڏهن، سِرُ ثابت سنباهي،
سڱيون سوز سورن جون، برهه وڄائي،
نيئر ننگ نينهن جا، هليا ڇن ۾ ڇنائي،
لاڳاپا لوڪن جا، اولانيا لاهي،
پُريا پورب پار ڏهن، ڪوڏ منجهون ڪاهي،
نانگا هليا نانهه ڏهن، نيهڙو نباهي،
وجود وڃائي، ٿيا داخل دلپت دوست ۾.

٣٧

سڪ نه آهي سٽري، سڪ ڪٽاريءَ ڳهاءُ،
ڳهائي ڳهڙي ڳهٽ ۾، سهڪڻ نه ڏئي ساهه،
دلپت درد پرين دل ڪي، ٻچي برهه باهه،
عاشقن ارواح، ڪڍي مِلائي محب ۾.

٣٨

سڪ نه آهي سٽري، سڪ سنهي ڪنون[ا] وار،
وڍي سر ويراڳين جا، ڏڙ ڪون ڪري ڏار،
چاڙهي نيزي نرت جي، ڪري سوريءَ سوار،
ڦوڪي باهه برهه جي، شڪ وڃهي سيئي ساڙ،
دلپت دلدار، تهان پوءِ ڳهيڙي آڻي ڳهٽ ۾.

٣٩

سڪ نه آهي سٽري، سڪ تکي ڪنون ترار،

---

(ا) ڪان.

ڪپي سر عاشقن جا، تهان پوءِ ڪري قرار،
نڪا ڪري طالبن، طلب ۾ تڪرار،
ڪُهي ڪچا ڪاپڙي، جئن ٻڪر کي ٻڪرار،
ملائي مرار، تهان پوءِ دلپت دل ۾.

۴۰

سڪ نہ پائين سٽري، سڪ ڏونگر ڏاري،
پاري ڳُرزُا گيان جو، دستن ۾ ڏاري،
اول ڦڦڙ فراق جا، ڦٽي ٽي ڦاڙي،
سسيون عاشقن جون، نيزي نينهن چاڙهي،
وجهي آڙاهہ عشق جي، شڪ سيئي ساڙي،
پوءِ پٽر هِنيون پرينءَ جو، ڳجهو وجي ٻاري،
ڏيکاري منهن محبوب جو، پيشاني ٺاري،
محبت ۾ ماري، ملائي دلپت محب سان.

۴۱

محبت نہ آهي مسخري، تہ ڪي ڪن ريزالي ۲ راند،
سانگو ڪرين سر جو، تو سڏائين ساڌ،
عمر اَجائي وڃي وهاڻي، سيج ستي برباد،
اُٺي آڌيءَ رات جو، اَلک کي آراڌ،
وٺج وَهائج سچ جو، ڪميا غريبي ڪاڌ،
دلپت لهيئي اُپاند، مرڻ جمڻ جيءَ جي.

۴۲

محبت جي ميدان ۾، من ماري ڪر مات،

(۱) گدا (۲) بيشرم.

ترڪ ڏيئي طمع١ کي، تن جي تَجي٢ تات،
ڏارون ڏيڻ سر جي، ٻڌندي نہ ٻي ڪا بات،
چڙي سانگو سر جو، ڪُس ڪَلاليءَ ڪات،
پي آب عشق جو، ڪر هِنئين کي حيات،
دوست پنهنجي دل ۾، دلپت ڪر اِثبات،
ضايع ڪر ذات، تہ ظاهر ڏسين ذات کي.

٤٣

محبت جي ميدان ۾، مري پَو مشتاق،
گهڙي عشق آڙاهہ ۾، ڪامي ٿيءُ خاڪ،
ساقي شوق شراب مون، پڪ پياريئي پاڪ،
درسن ڪرائيئي دل ۾، تن جو کولي طاق،
دلپت لهيئي باڪ٣، جمڻ مرڻ جيءَ جو.

٤٤

محبت جي ميدان ۾، ڪي گهڙن مرد مَيا،
جنکي ٻولائي ٻاڻ برهہ جا، حبيبن هنيا،
تن سيلا سور ساجن جا، اُتي سر سهيا،
سي دلپت در دوست جي، ڪِري اچي پيا،
مري سي جيئا، پَئي پيش پرين جي.

٤٥

محبت جي ميدان ۾، ڪي گهڙن ميا مرد،
لنگهي ليڪو لوڪ جو، فارغِ ٿيا فرد،
اُن رتيون اکيون عشق سان، منهن جهين جا زرد،

---

(١) لالچ (٢) چڙي (٣) ڊپ.

ڪڏي ڪينو قلب مون، تن ڪيا سينا سرد،
جي وڍيا ھوا برھ جا، سي اُلٽي ٿيا اَڌ،
ڪُسندي ڪُسڪن ڪين ڪي، ڪُنا ڪاريءَ ڪُردا،
دلپت دردوندن جي، دوا اَندر درد،
جن ساجن جي سَڌ، تِن مٺا ھنيا مچ ۾.

٤٦

محبت جي ميدان ۾، ۾ ڪي آديسي اُين،
وڃائي وڃاٽا پَٽَ جا، سي سامي ڪين سمھن،
راتيان ڏِينھان جَھڏَ ۾، تا ڏيھيءَ ڪي ڏُھن،
ڏُکَ پنھنجي ڏِيل٢ جا، ڪنھنکي ڪينَ ڪَھنِ،
ھنيو اَکيون اَندر ۾، ٻرين سورَ ئي سورُ سُھن،
ساڙي وڏو ساھ ڪي، دلپت دوسَت دوتھن،
ٻَرھي ڪينَ وِھن، جن لاتو نِينھن ناتَ سان.

٤٧

جن لاتو نينھن ناتَ سان، سي بَرھي ٿا وِھسن،
پرينِ جي پسڻ جا، جن پيا جوش جُسن،
اَندر ٻاھر اَڪڙيون، ساجن ھڪ ڏسن،
گر گيان ڪون گودڙيا، دلپت ڪين گسن،
ڪاپڙي ڪين ڪُسن، جن ڏٺا نيڻ ناتَ جا.

---

(١) ڪپ (٢) سرير.

# سلوڪ ڪَلاليءَ جا

هنن سلوڪن ۾ شاهه عبداللطيف ڀٽائي گهوٽ وارو خيال ’سوري جنين سيج، مرڻ تن مشاهدو‘ ظاهر ڪيل آهي. سامي صاحب به اهڙا سلوڪ چيا آهن. انهن جو مطلب آهي ته ڪڙيءَ قاتل تي ڪرڪڻ نه گهرجي ۽ پنهنجي ايمان، ڀرمن، ڀولائن ۽ ڦرنن کي ڦاهي ڏيڻ گهرجي. خوديءَ کان پاڪ رهڻ گهرجي ۽ پنهنجو من، تن ۽ ڌن تريءَ تي رکي سائينءَ جي شيوا ۾ تياڳ ڪجي. هيءَ آهي سچي وديا جا سچي ستگروءَ يا ڪَلال وٽان نصيب ٿئي ٿي. انهيءَ وديا موجب سوري سيج آهي، زهر شربت آهي؛ مرض صحت آهي؛ ڏک سک آهي، غريبي شاهوڪاري آهي ۽ موت حياتي آهي. اهو نينهن جو نشو سچي ڪلال وٽان ئي حاصل ٿي سگهندو، جنهن جي قيمت آهي سر گهوري قربان ڪرڻ. هي سلوڪ جملي ٥٨ آهن جن مان ڪجهه هتي ڏجن ٿا.

١

برھ پنچن١ ڪيا، گھايلِ گھڻا گھوٽ،
تن چڪن چاڪ٢ فراق جا، جن ڇُپي چشمن چوٽ،
ڪسندي ڪاپڙي، نہ آچين آڏو اوٽ،
سي جوڳي جلي جل ٿيا، سھي سامين سوٽ،
دلپت ڪئين ڪوٽ، ڪيا قربين آڏ ڪنا.

٢

ڪيا قربين آڏ ڪنا، سي جوڳي ڪين جين،
سڪندي ساقيءَ لاءِ، ويٺي ورھ ٿين،
ڏيئي مٺا موڪيءَ کي، پريَنِ پڪ پيَن،
پئيدڙي پڙُ ٿيا، خمر ھٿون ڪٺُنِ،
سي سورا سر ڏين، جي دلپت تاميا آھن تلخ جا.

٣

جي تاميا آھن تلخ٣ جا، تن منو نہ وٺي مور،
ڏارون٤ پڪ پرينءَ جي، تن شربت لڳي سور،
سدا سڪ پيئڻ جا، پياڪن پون پور،
ڪائين تن طلب ۾، طالبن ڪيو ٻور،
محبوبن جي ميءَ ۾، مَيا نرڪن نور،
جي ڪيا چشمن چور، سي مري مليا محبوب کي.

٤

مري مليا محبوب کي، ڪي محبتي ميا،
جن اَٽ ئي پھر اَندر ۾، ٿي پريَنِ پور پيا،
تن مٺا محبت مچ ۾، حبيبن ھنيا،

---

(١) پالا يا تير ڪمان (٢) ڦٽ (٣) ڪوڙي شيءِ (٤) سواءِ.

عاشق اُڪير سان وڃي، خمخاني۱ ٿيا ڪِيا،
دلپت پس سي پرين، جي وجودون ويا،
حق ۾ حق ٿيا، پاڻ وڃائي پانهنجو.

۵

جي آتئي سڪ پرينءَ جي، تان ڏي سنباهي سِرُ،
سڪڻ ۽ سورن جو، ڪٽج ساڻ سمر۲،
ڪُس ڪاتيءَ ڪَلال جي، ڪٽي ڪاريهر جان ڪر،
ڏي سر سٽ ۾، گھايل گھار ۾ گھر،
دلپت پڪيءَ پَرِ، پني ڪندءِ پيڙ جي.

٦

جي آتئي شوق شراب جو، تان وڃ ڪَلاليءَ ڪاهي،
درس ٿئي دلپت چوي، صرفو۳ سر لاهي،
اوُ ڪاٽيندءِ ڪات سان، سِسُ ئي هٿ ساهي۴،
وٺي ڏيندءِ برهه جي، چت منجهون چاهي،
جي تو سڪ سچي آهي، تان ٿيج ڪوڏيو ڪَلال جو.

۷

ٿيج ڪوڏيو ڪَلال جو، ڪنڌ قبول ڪري،
دوڙي وڃ دڪان تي، پريتئوُن پير پري،
اوُ پيالو ڏيندءِ پريم جو، منجهون زهر زري،
نشو چڙهئي نينهن جو، جنهن سان مَنُ مري،
پئندي پُر ٿئين جي ڇڏين، پنهنجو پاڻ پري،
سر جو دان ڪري، وڃي دلپت ملج دوست کي.

---

(۱) پرينءَ جي گھر (۲) سامان (۳) سانگو (۴) منديءَ ۾ هٿ وجهي.

٨

وڏو قرب ڪَلال جو، آڪين ساڻ ڏنو،
ڏنائون قاتل زهر مون، سو لڳو مون منو،
پلٽ ٿي پياڪن تي، برهه وٽي وٺو،
دلپت تن ٿُنو، جن سر ڏنو ست ۾.

٩

سر ڏنائون ست ۾، مَنجهون ذوق گهٽي،
عشق جي اُڪير سان، پيتائون ميءِ مٽين[1]،
دلپت قدر ڪٽي، پئي ڪن پياڪن ڪي.

١٠

پيو ڪن پياڪن ڪي، قدر ڪيف[2] ڪمال،
سر ڏنائون ملهه ميءِ جو، دوڙي دست دلال،
تن ڏيئي وٽي برهه جي، ڪيفي ڪيا ڪَلال،
پي ميءِ مدهوش ٿيا، تن رهي نه ساڻ سنيال،
فارغ[3] ٿيا فراق کون، وسريو ان وصال،
دلپت پريت پرين سان، برهه ڪئي بحال،
سي رچي ٿيا لال، جي گهڙي ويا گهٽ ۾.

١١

سي گهڙي ويا گهٽ ۾، جن پيالو پريم پيئو،
گروءَ جي گيان جو، ان ٻاريو ڏيهيءَ ڏيو،
هوري هوري[4] هنئين ۾، تن پَرو پريَنِ پيو،
ڏنائون منهن محبوب جو، لڪي وجهي ليئو،

---

(١) گهٽو شراب (٢) نشو (٣) واندا (٤) آهستي آهستي.

دلپت گمان غير جو، وجودون ويو،
ڪيئن جو ڪيئن ٿيو، هنيون حيرت وچ ۾.

۱۲

پياريائون پريت سان، اَجا چون پيئو،
پي ميءِ محبت جو، ٿيو مست مَيو،
خمار نہ لهي خمر جو، اَٺ ئي پهر ڪِيو،
اِيهو گمان غير جو، وڃون ئي ويو،
ڪيٽي پِرنگيءَ گت، ڪيئن جو ڪيئن ٿيو،
ڏينهان رات ڏِيو، دلپت جاڳي جيءَ ۾.

۱۳

دلپت جاڳيو جيءَ ۾، مشاهدي۱ مثال،
اوندهہ ويئي اَندر جي، اَٺ ئي پهر خوشحال،
خواب خطر خيال جا، ضايع ٿيا۲ زوال،
چپ آئي چيت ڪي، وڳيو ساڻ وصال،
برهہ ڪئي بحال، دلپت ايها دل دوست سان.

۱۴

دلپت ونءُ در دوست جي، تِريءَ ڌري سر،
ٻاري ٻاهہ برهہ جي، اڳيون ساجن سڙ،
ڪرت۳ ڪَلال هٿ ۾، ڌورون ڏيک نہ ڌر،
دؤڙي وڃ دڪان تي، ڪٽي ڪاريهر جان ڪر،
وڏجي پو برهہ سان، دوستاڻي در،
منجهون ميءِ محبت جي، پيالو ڏيندءِ ڀُرُ،
ڪِيو ڪندءِ ڪن ۾، پياري خاص خمر،

---

(۱) درشن (۲) ناس ٿيا (۳) ڪارائي.

رڱينڊءِ رنگ رام جي، آديسي اپر،
دلپت لاهي مس مَرُ، اَچو کنڊءِ اَندر کي.

١٥

اَچو کنڊءِ اَندر کي، سُرو ڏيئي شوق،
وڃي پَو در دوست جي، لنگهي کنون لوڪ،
موکي مَٽ محبت مون، پياري ٿو ميءِ موڪا١،
پُرڏِيَئي توسُرڪ سٽ سرجي، پي طمع نہ رکي کنهن ٽوڪ،
وڃي ٿو برهہ سان، چيتن ڏيئي چوڪ،
جي اَٿيئي پيڻ ذوق، تہ دلپت دوڙي وڃ دڪان تي.

١٦

دوڙي وڃ دڪان تي، تريءَ سر ڌري،
ڏي سر ڪاٽي ڪرت سان، ڌڙ کون ڌار ڪري،
تہ ڏِيَي موکي هٿ مست مون، وَٺي برهہ پِري،
جي آيا سي اَگهيا، دلپت دوست دري،
ساجن لاءِ ڳري، سي پيهي ويا پاٽهہِ.

١٧

دوڙي ويا دڪان تي، ڪي متارا ميا٢،
سر ڪٽي ملهہ ميءِ جو، پرينءَ پيش پيا،
سي هٿون حبيبن جي، پي خمر ٿيا کِيا،
دلپت در دوست جي، نشي نينهن نِيا٣،
ونڃ ڪاڻ ويا، پاڻ وڃايائون پرين ۾.

---

(١) گهٽو شراب (٢) بهادر (٣) ڪٽي ويا.

۱۸

پاڻ وڃائي پريَنِ ۾، پرين پاڻ ٿيا،
عشق عميق آب ۾، ڪِري جي پيا،
هٿي منهن هنئين ۾، مري جي جيئا،
دلپت حق ٿيا حق سان، ملي ويا مَيا،
وجودون ويا، ٠پاڻ سڃاڻي پانهنجو.

۱۹

اَٿئي سڪ سرڪ جي، تان طمع کي ڏي ترڪ[۱]،
جيئندي جهان ڪون، پڇي ٿيءُ فرق[۲]،
مٿو ڏيڻ موڪيءَ کي، آهي متارن مرڪ[۳]،
تو دلپت ساقي سڪ سان، ڏِيئي سپرين سرڪ،
گهڙي ٿيءُ غرق، پائي منهن مهراڻ ۾.

۲۰

وجهه منهن مهراڻ ۾، چوکو ڪري چت،
ڪڍ خام خيال اَندر مون، رکي حبيبن هِتُ،
ڪر قابو قيد من کي، دلپت ساڻ سرت،
نئنن جي نِرت، پرين پس پاڻ ۾.

۲۱

ونءُ مڪان موڪيءَ جي، سنباهي ثابت سر،
تيون ڇڪِنِ بنيون برهه جون، دوستاڻي در،
دلپت پَو پيش پرينءَ جي، ڪٿي سڪ سمر،
پرين ڏيئي پريت سان، سُرو شوق[۴] سَڃرُ،
پياري آب اَمر، حيات ڪني هنئين کي.

---

(۱) ڇڏي ڏي (۲) جدا (۳) شان (۴) مزو.

٢٢

ڪري حيات هنئين کي، پئي عشق آب حيات١،
جدا ٿيءُ جيءَ کون، تن جي تجي تات٢،
خالي ڪر ذاتين کي، تان ذات ٿئي اِثبات،
دلپت لاهوتين لات، سمجهه ته سڄاڻين سپرين.

٢٣

سمجهه سڄاڻي سپرين، جي پيالو پريم پئين،
ڳجهي مام مئن جي، هارا لاءِ هنئين،
وڃي سر پير ڪري، بيحد راهه لهين،
ڇتين جمڻ مرڻ کون، تان جڳ جڳ پيو جئين،
پرين پاڻ ٿئين، جي دلپت سڄاڻين سو پرين.

٢٤

سمجهي لات لاهوتين، جوڳي جيءُ جڳاءِ،
پي ميءِ محبت جو، نشو نينهن چڙهاءِ،
خواب خطر خيام جا، ويراڳي وڃاءِ،
اُلٽي ٻو اَندر ۾، اَکيون اَلک لاءِ،
دست٣ ڪر دل کي، جهاتي گهٽ ۾ ٤ پاءِ،
رانول کي ريجهاءِ، ته دلپت رلين رام سان.

٢٥

دلپت در دوست جي، وڃي ٻو ڪِري،
ڏيئي سچي صدق سان، ڌري سِر تِري،
تان حبيبن ڏيئي حب سان، ڪٽي ڪيف ڪڙي٥،

(١) امرت (٢) ڀچر ڇڏي (٣) هٿ (٤) اَندر ۾ (٥) ڪوڙي
ڪيفيت جي ذرڙي.

وڃن ئي وجود جا، سيئي شڪ سڙي،
چاڙهي نشو نينهن جو، گهر ۾ ويهه گهڙي،
سر وٽ تو ٻه سري، نت لکين ليلائي ويا.

٢٦

مئخاني موکيءَ جي، گهايل وڃ گهڙي،
تو پياري مٽ مست مون، وٽي ا برهه ڀري،
تان قوڙائي فراق جا، وڃن ئي نپ نري٢،
چاڙهي نشو نينهن جو، گهٽ ۾ وڃ گهڙي،
وٽي وٽي ورهه جي، پٿو محبت ۾ مري،
کولي دل دري، دلپت پيهي ٻَس پرين کي.

٢٧

طالب موکيءَ ماڳ تي، آيا آس ڌري،
اُن وڏي ڏنو سر صدق سان، ڏڙ کون ڌار ڪري،
تن پياري پريت سان، ميءَ مينا مهر ڀري،
سي پي خمر خوش ٿيا، جي آيا گهوٽ گهري،
اُڃايو در دوست کون، ويو کونه وري،
پي ڀڪ ڀُر ٿيا، جني ڏير ڏري،
اُن لذي سپرين جي، ڳولي ڳجهه ڳري،
کولي دل دري، دلپت پيهي ويا پاڻ ۾.

٢٨

دوڙي ونءِ٣ دڪان تي، سمر سڪ ڪٺي،
پسي ٿيءُ پرتيت٤ سان، پرينِ پير ڀٽي٥،

---

(١) پيالو (٢) شانت ٿي (٣) ٻڪندو وڃن (٤) سچائيءَ سان (٥) چرنن جي خاڪ.

تان پرين ڏِيَئي پريت مون، ڪوڙي ڪيف ڪٽي،
جا گهڙي وچي گهٽ ۾، سا ڙي اَهم اَٽي ا،
دلپت پيهي دل ۾، ڏٽي٢ لهه ڏٽي،
تان ڪولي تن تٽي، جانب مليئي جيءَ ۾.

٢٩

عاشقن جو آگ ۾، ويو جيءُ جلي،
اَچي پيا در دوست جي، ڌري سِر تلي،
تن ڏني ساقيءَ سرڪ سڪ جي، جا وئي روح رلي،
چاڙهي نشو نينهن جو، اُن لڌي ٻجهه ٻلي،
مري ويا ملي، محبتي محبوب ۾.

٣٠

دلپت ونءُ٣ در دوست جي، سانگو سر چڏي،
ويهه واديوڙين وچ۾، اوطاق عشق اَڏي،
تہ موکي ڏِيَئي مهر سان، سُرو سڪ سڏي،
هنئون هنئين گڏي، هڪ ڪريئي حق سان.

(١) اهنڪار جو جزو (٢) ٻولي (٣) وڃ.

# سلوڪ ملار جا

ڀائي دلپترام صوفي ٻہ ساميءَ وانگر هنن ٿورن سنڌي سلوڪن ۾، جي جملي ٩ آهن، سچن عاشقن جو حال ڀڌائي ٿو. جهڙيءَ طرح چڪور چندرما جي درشن، ڀنور ڪنول گل جي واس؛ مڇلي جل جي سيتلتا ۽ پپيه ۽ سپ برسات جي بوند لاءِ تڙڦندا آهن، تهڙي طرح ايشور جي عاشقن کي ٻہ الاهي مشاهدي بنا قرار ناهي ۽ اَٺ ئي پهر اَندر ۾ جلن اَٿن. سندن اَکيون آليون آهن جهڙيءَ طرح ميگهہ ملار، جئن هت ڏنل سمورا سلوڪ ڏيکارين ٿا.

١

اَندر جر جل زور وهي، ٻاهر ميگهہ ملار،
دلپت ٻاجهون دوست جي، اچي ڪين قرار،
جنهن وٽ نہ آهي يار، سي ڪيئن اَڪائين ا اَڪيون.

٢

اَندر جر زور وهي، ٻاهر واڪا ڪري وڄ،
دلپت سڄهي نہ ساجن ريءَ، توٽي سهسين اُيرن سڄ،
هوت نہ جنهين جي هنج، سي ڪيئن اَڪائين اکيون.

٣

اَڄ پڻ اُتر پار ڏهڻ، لائي مينهن جُهڙي،
دلپت ليءِ دوست جي، نينا نير٢ پري،
گهوٽ نہ ٻلاءِ گهڙي، متان اکين کي اوکي ٿئي.

٤

اَڄ پڻ اُتر پار ڏهڻ، لائي مينهن جَهڪور٣،
اُڻ تڻ تي اَندر ۾، لايو سورن شور٤،
دلپت عشق اَچي ڪري، گهر ۾ وڌو گوڙ،
شال م ٿئي دوُر، متان اَکين کي اوکي ٿئي.

٥

اَڄ پڻ اُتر پار ڏي، ڪئي مينهن اُچل،
پئي اوچتي عشق جي، هنئين منجهہ هڪل،
دلپت ٻاهہ برهہ جي، ساڙيا شير سبل٥،
ڊول نہ ڪر تون ڍلَ، متان اَکين کي اوکي ٿئي.

---

(١) اُڳهن (٢) پاڻي (٣) جهوڪ (٤) گوڙ بڪيڙو (٥) ٻلوان.

٦

اَڄ پڻ اُتر پار ڏي، ڳجو گوڙ ڪري،
دلپت تنهن ساجن ريءَ، ساعت تان نہ سري،
شل وڃن ڪين پري، متان اَڪين ڪي اؤکي ٿئي.

٧

اَڄ پڻ اُتر پار ڏي، ڪڪر ڪئي ڪوڪار[١]،
دلپت درد فراق جي، پيئي جيءَ پڪار،
هوت آءُ هيڪار، تہ اَکين کي آرام اچي.

٨

وسج وسج مهر نہ مَتھ وَرُ، نہ لائج وير،
متان چڏين ڇپرين[٢]، هوت مئيءَ کي هير،
درد ماندا دلپت ڇئي، دم نہ سهن دير،
ساجن آءُ سوير، تہ اَکين کي آرام اچي،

٩

وسج وسج مهر نہ متھ، سِگهي لهج سار،
درماندو دلپت چوي، وٽ نہ سهن وار،
ساجن لهہ سنڀار، تہ اَکين کي آرام اچي.

---

(١) ڪڪر جي ڳجگوڙ (٢) جبل ۾.

# سلوڪ پتنگن جا

صوفين جي عقيدي موجب عشق مجازي، عشق حقيقيءَ جي پُل آهي : ’المجاز قنطرة الحقيقت‘. مگر جڏهن پانديڙي يعني عاشق ڪي پُل جي پرينءَ پر وچٿو آهي، جتي پريتم آهي؛ ته ڪيس جڳائي ته پُل تي ديرو دمائي نه وهي، مگر جلد پُل لنگهي وڃي پار پوي. ساڳيءَ طرح سالڪ کي به گهرجي ته دنيوي عشق کي ڇهتي نه پوي ۽ ان کي منزل مقصود نه سمجهي. ٻاهرين حسن ۽ سوڀيا تي موهت ٿيڻ گمراهي ۽ خواري آهي. پريمي تي، پريم پائي، محبتي تي، محبت ماڻي، پتنگ تي، جان جلائي، تڏهن ئي محبت جو مزو ماڻي سگهبو.

صوفي سائين دلپترام جا پتنگن جي باري ۾ جملي ڇهه سلوڪ سنڌيءَ ۾ چيل آهن جي سمورا ئي ڏجن ٿا.

١

پتنگ چوائين پاڙڪي، تان ڪوريا خبر لهہ،
محبوباڻي مچ ۾، سيڪ سيوئي سهہ،
دلپت پَرو دوفان٢ ۾، پڪو ڪري پهہ،
ڪنهنڪي ڪيِمَ ڪهہ، تہ آءٌ ڪي عاشق آهيان.

٢

پتنگ چوائين پاڙڪي، تہ اُڏِي آگ پَرو،
مُڙين متان مگس٣ جيان، ڏوران ڏسي تَو،
چڏي مرڻ ڀَو، دوڙي پَرو دوفان ۾.

٣

پتنگ چوائين پاڙڪي، تان اُتي آگ اچ،
سدا سپيرين جو، تو محبت ٻري مچ،
سانگو ڪري سر جو، پهہ پرين جي پچ،
سڙي ٿئين سچ، جي ڪوريءَ ۾ ڪپي وڃين.

٤

پتنگ چوائين پاڻ ڪي، تان آءٌ اُسري آگ،
عشق جي آڙاهہ جو، دوڙي جهلج داغ٤،
دلپت پَرو دوفان ۾، سر جو چڏي سانگ،
محبوباڻو ماڳ، مري ماڻ مچ ۾.

٥

پُري پتنگ آگ تي، آيا ڳات٥ ڪٽي،
پاڻ اُچلي آگ ۾، پچي ٿيا پٽي٦،

---

(١) بني (٢) باهہ جي مچ ۾ (٣) مک (٤) باهہ جي سڙڻ جا نشان (٥) ڳچيون (٦) مٽي يا خاڪ.

دلپت پَڻو دوفان ۾، رکي عشق آٽي،
شمع سڙُ هٽي، اُهي سڙي سرسرها ٿيا.

٦

پُري پتنگ آئيا، گهوٽن جان گهڏي،
ويچارن جي وجود ۾، ناهي هوڏ هڏي،
مات ڪري پيا مچ ۾، ڪشڪيا ڪين ( ڪڏهين،
دلپت تن تڏهين، ٿيو مشاهدو محبوب جو.

---

(١) ڪجهه ڪين ڪڇيائون.

# سلوڪ سڪ جا

سڪ، محبت، عشق يا پورن پريم ڪو وقتي جذبو يا منداڻتي چڪ نہ آهي، مگر هيءَ اها مستي آهي، جا هر وقت ۽ هر حال ۾ لڳي اچي. سچي سڪ وارن ۽ حقيقي عاشقن جو مقصد آهي مرشد وٽان الاهي الفت جو پُر پيالو پي مست ۽ بيخود رهڻ ۽ يار سان يڪتائي ۽ وصل حاصل ڪرڻ. جئن پتنگ شمع لاءِ ۽ چڪور چنڊ لاءِ، تئن پورن پريمي بہ مالڪ لاءِ بيقرار آهي. اهڙن سچي سڪ وارن لاءِ شيخ حميد الدين ناگوريءَ جي قول موجب جيڪي آهي سو عشق آهي. دنيا عشق جي ٻني آهي ۽ آخرت محبت جو باغ آهي. موت سڪ جي مٽي آهي ۽ حياتي پريم جي هوشياري آهي. ڏينهن عشق جي خوشي آهي ۽ رات محبت جو غم آهي. دين سڪ جو جمال آهي ۽ ڪفر پريم جو جلال آهي. بهشت عشق جو ذوق آهي ۽ دوزخ عشق جو شونق آهي. پريم نسبت مطالع ڪجن دلپت جا سلوڪ محبت جا.

۱

ساجن اَچي سڪ سان، اَڏا اَڪين ۾ اوطاق،
ويهي ونين وچ ۾، چيتج چشمن چاڪ،
جنباءُ۱ منهنجي جيءَ ۾، تيرت ميءَ پد پاڪ،
آئون تنهن پيرن جي، منهن کي مَليان خاڪ۲،
ڪولي تن تاڪ، دلپت درشن ڏي پرين.

۲

درشن دلپت ڏي، پرين چيتن شد سروپ،
سرڳڻ نرڳڻ روپ پيي، ان تي پُري اَروپ،
اَدوي اُدتي اَنوپ، جس تي پري نہ ڪو بيو.

۳

ماندو آهي من منهنجو، ڪانر توهي ڪاڻ،
ساجن اَچي سڪ سان، ڪر ونين منجهہ وٿاڻ،
ويهہ مون وٽ وَلها۳، نات ونئي وچ مُنڌ۴ ساڻ،
دلپت وساءِ وصل سان، برهہ سندا ٻاڻ۵،
صدقي ڪريان پاڻ، پرين تنهنجي پيرن تان.

۴

پرين تنهنجي پيرن تان، سر صدقي ڪريان سَو وار،
جڏيءَ کي جهان ۾، تو ريءَ سَو وار ناهي مار،
مئيءَ جي ماتام۷ تي، هڪلي آءُ هيڪار،
لهہ دردوندن جي، ساجن سِگهي سار،
دلپت ديدار، ڏيئي ٺار اَکين کي.

---

(۱) ناهہ (۲) هلچل (۳) مٺي مهٺيان (۴) گهوٽ (۵) زال (٦) ڳوٺ يا ملڪ (۷) روئڻ پٽڻ.

۵

ڪو جو ڪم ڪيتو ئي، اَکيان لائن چپڪي ياري،
تن سڻي سودا ڪيتا، ويچ‍ا ڏتي جند ساري،
سوليءَ تي ني سيج ٿيو ني، ڪان ڪليجي ڪاري،
داد ڏيوين دلپت ڪون، دلبر تان پهچي توڙ ويچاري.

٦

عشق عشق سيڪو آکي، مشڪل عشق جو لاوڻ،
نال چري هزار جو ڏسيئا، اَپنا ڳلا ڪپاوڻ،
ثابت ٿي ڪر منهن نہ موڙن، سر سوليءَ سرت چڙهاوڻ،
پڇي درشن دلبر والا، دلپت دل وچ پاوڻ.

٧

عشق عشق سيڪو آکي، مشڪل عاشق ٿيوڻ.
تن دا لوهو ڪڍ ڪراهڻ، سر دي پيالي پيوڻ،
پريت پرزي تاڳي طلب دي، سرت سوئي سي سيوهڻ،
دلپت دستون٢ دلبر دي، اُلٽا مرڪز جيوڻ.

---

(١) وڪڻي (٢) هٿ ۾.

## سلوڪ پوربيءَ جا

هي سلوڪساميءَ جي سلوڪن جهڙا توحيد جي باري ۾ آهن. توحيد تصوف جو هڪ مکيه مسئلو آهي. عارفن جو عقيدو آهي ته دنيا جون شيون فقط ظاهري وجود رکن ٿيون ۽ حقيقي وجود فقط ذات حق (ڀڳوان) جو ئي آهي. ويدانت جو به اهو ئي وچن آهي ته پرماتما ست آهي ۽ دنيا سموري سپنو ۽ است آهي.

پرڪرتيءَ ۾ جيڪي به نظر اچي ٿو سو سڀ پرماتما آهي ۽ ان ڪانسواءِ ٻي ڪابه شيءِ وجود نٿي رکي جئن ته قطرو، لهر ۽ ڦوٽو مختلف صورتون ڏيکارجن ٿا، مگر حقيقت ۾ ٽيئي سمنڊ آهن. سون ۽ سون جا جدا جدا زيور شڪل ۾ مختلف آهن، پر آهي مڙيوئي هڪ سون، فقط وحدت ڪثرت جو روپ ٿي وٺي. جهڙيءَ طرح اصل عدد هڪ آهي، ڏهه، سَو، هزار وغيره فقط هڪ جو مجموعو آهن، تهڙي طرح ذات وحدت به نانا روپ ڌري ٿي. هن سري هيٺ صوفي سائين دلپت جا جملي ۱۳۰ سلوڪ آهن.

۱

سامي ڪامي پرينءَ ليءِ، سڙي تيا سياهه۱،
ڪنهنکي سَلن ڪين ڪي، اَندر سندي آهه،
نکي ويهن واٽن تي، نکي گُهرن ڳِراهه۲،
پورب آهي انجي، راتيان ڏينهان ڪاهه،
جيڏهن راند نه راهه۳، دلپت تاڏهن پسڻ پرينءَ جو.

۲

سامي ڪامي پرين ليءِ، ڪپي تيا خاڪ،
برهه ويراڳين جي، چت ۾ وڏا چاڪ،
ڪين جيئن سي ڪاپڙي، ڦٽيا جي به فراق،
آديسين اوطاق، دلپت دائم دل ۾.

۳

سامي ڪامي پرين ليءِ، پچي تيا پٽي،
تن عشق جي آگ ۾، ڪانئيو پاڻ ڪٽي،
آديسين اَندر جي، ساڙي اَهون اَٽي۴،
جڙ جوڳين جيءَ ۾، حبيبن هٽي،
ويراڳين وجود ۾، وائي ورهه وٽي،
ڪولي تن تَٽي، دلپت مليا دوست کي.

۴

سامي ڪامي پريَنِ ليءِ، ڪپي تيا ڪيهه،
پيا عشق آڙاهه ۾، جي هوا نِهوڙيا نَيهَ،
ڪاپڙين ڪپاٽ جو، چلي لڏو ڇيهه،

---

(۱) ڪارا (۲) ڪاڌو (۳) رستو يا پيچرو (۴) اَهنڪار جو جزو.

اَلک جو آندر ۾، ان لڌو ڏوري ۱ ڏيهه،
دلپت پس پرين پاڻ ۾، نرمل ڪري نيهه،
ويسلو ٿي ۾ ويهه، تان دوست ڏسين دل ۾.

۵

سامي عشق آگ ۾، ساڙيو ساهه سرير،
جنهن آديسين اَندر ۾، هوئي اَلک اُڪير،
تن طالبن لڳو تن ۾، طلب تکو تير،
ڪنهنڪي سَلن ڪينڪي، پريَن سندي پيڙ،
دلپت ڌري ڌيرِ۲، پُريا۳ پورب پار ڏي.

۶

سامي عشق آگ ۾، جلايو جيرو جيءُ،
پُريا پورب پار ڏي، پيرو ڪٽي پيءُ،
سهسين سک سرير جا، ويراڳين لڳن ويهه۴،
سامي لٿو سيءُ، دلپت جمڻ مرڻ جيءَ جو.

۷

سامي سڙي سک ۾، تيا جانِبَ جهڙا،
ٻڌي هليا سر تي، سورن جا سهڙا،
جهڙا سامي سکن ۾، پيي ڏکن ۾ تهڙا،
وسيا ويراڳين سر تي، محبت جا مينهڙا،
تن تون ويا گذري، ڏکن جا ڏينهڙا،
نانگن نينهڙا، دلپت نباهيا نات سان.

---

(۱) ڳولهي (۲) صبر (۳) وڌيا (۴) زهر.

٨

سامين ساڙيو ساھ کي، ٻاري عشق آڳ،
ڦٽيا جي فراق جا، ويڍيا سي ويراڳ،
آديسين اَندر ۾، تا چِڪن درد داغ،
جي ڪاڏا ورھ واڳھ، دلپت ناٿ مليو تن نينھن سان.

٩

سامي ويا ڪامي، ٻاري عشق آڙاھ،
ساڙي ڪوھ ڪجل ڪيوا، آديسين جي آھ،
پُريا پورب پار ڏي، ڪاپڙي ڪري ڪاھ،
ويراڳي ويھي وات تي، سھڪي ڪٽڻ نہ ساھ،
تن ڏارون دلپت دوست جي، ٻي چت نہ چُري چاھ،
جتي رند نہ راھ، اتي نانگن ڏنو ناٿ کي.

١٠

نانگن ڏنو ناٿ کي، جتي راھ نہ ھو رند،
اُچت٢ ھليا اَلک ڏي، ڇڏي ڦِڪل٣ ڦند،
ڪاپڙين ڪلھن ڪان، ڪوري ڏنا ڪنڌ،
دلپت ويا تن تون، لھي سپ ڏنڌ،
ساڳي سڄاڻي سنڌ، پيھي ويا پاڻ ۾.

١١

سامي سدا سنھڙا، جن آيو رانول رس،
پُريا پورب پار ڏھن، جو گروءَ ڏسيو گس،
ويراڳين وڏو ڪيو، وڃڻ ڪارڻ وس،

---

(١) جبل ساڙي سنھو سرمو ڪيو (٢) ھڪدم (٣) حرفت.

جي درست دلپت دوست سان، تن ذات جوڳين جس،
سي پرين پسندا پس، جي غرق ٿيا گريبان ۾.

١٢

ساجهرِ سندرا سامين، ٻڌا ساهي،
ڦُريا ڦرانهين پنڌ تي، ڪماحقون ڪاهي،
سڱيون سڪ سوز جون، ويراڳي واهي،
اَندر اُڪير اَلک جي، آديسين آهي،
هِتي جي هئڻ جو، نانگن نينهن ناهي،
نڪي اَڏيائون تڪيا، نڪي هليا ڍاهي،
ويا وجودون نڪري، نانگا نباهي،
دلپت جوڳين جيءَ جو، لاڳاپو لاهي،
وايون وڃائي، غرق ٿيا گريبان ۾.

١٣

غرق ٿيا گريبان ۾، ڪي گبرا گياني،
وجهي ولوڙو وجود ۾، محبت ماڻڌاٺي،
جدا ڪيائون جسم، جهڻ ڪون مکڻ مُساٺي ٢،
ڇاٽي ڪاڏائون ڪير ڪي، ڀري ڪري ڀاٽي،
دلپت ٿيو دل ۾، تن اَلک عياني ٣،
عاشق آساني، نات مليو تن نينهن سان.

١٤

تن نات مليو نينهن سان، جي ورهه اَچي ويڙهيا،
طلب رکي تن ۾، هليا سوامي سويرا،

(١) شرڏالو (٢) اڻ ڇاڻ (٣) ظاهر ظهور.

وجهي آڳ عشق ۾، ان جلايا جيرا،
گروءَ گلي گيان جي، گودڙيا گيريا،
دوست اچي دل ۾، درد پڳا ديرا،
جي نينهن نبيريا، سي دلپت مليا ناٿ کي.

١٥

وچن واڍوڙين جو، ڪاپڙين ڪن ڪيو،
حقيقت سان هڪ ٿيو، ٻڌي تان نہ پيو،
پيهي ڏٺائين پرينءَ جو، ڏيهيءَ منجهہ ڏيو،
فارغ ٿيو فراق ڪون، وصالون١ ويو،
ڪيئن جو ڪيئن ٿيو، دلپت هِنيون حيرت وچ ۾.

١٦

ويراڳين ورهہ جي، جيءَ ۾ لڳي جڙ،
رتا رانول رنگ ۾، نانگا نينهن نظر،
نکي بيهن بزارين ۾، نکي گهمن گهر،
جهڙا سامي شهر ۾، تهڙا بابوُ بڙ،
چڏي مڙهيون مڙهہ، دلپت رتا رام سان.

١٧

رتا وتن رام سان، ڪي جوڳي جوان مرد،
تن آديسين اندر ۾، ٿا دونهان دکن درد،
جي جوني جڳت ڪي، ڪري وينا رد،
دلپت دويک٢ نہ رکن دل ۾، سڀ جا ساجن سهرد٣،
تن وٽي نہ واٽي ورڏ٤، بنا نام ناٿ جي.

---

(١) ميل ميلاپ (٢) پيائي (٣) سني من وارا (٤) برخلاف.

١٨

نانگا نينهن نهوڙيا، وڏيا جي ويراڳ،
آتَ ٿي پهر عشق جي، ٻري اَندر آڳ،
سدا سڳيون سوز سان، وڄن وجهن داغ،
لُنو لُنو لڳن نوبتان، رڳ رڳ اَندر آڳ،
ريجهن ڪين روازا تي، محبت سندي ماڳ،
دلپت ورهه وڏو واڳهه، ڪاڏن پوَن خبرون.

١٩

ڪاڏن پون خبرون، جي ڳُجهن ڳاهه٢ ٿيا،
سي ويراڳي وهاڻيا، خماريءَ ڪِيا،
ٻڌي ساجهر سندرا، پورب پار پيا،
جت نانهه نهايت نينهن جي، حيرت منجهه هيا،
داخل ٿيا دلپت چوي، موٽن ڪين ميا،
وٺڻ ڪاڻ ويا، پاڻ وڃايائون وچ ۾.

٢٠

پاڻ وڃائي وچ ۾، جوڳين لڌي جوءِ٣،
وينا اورن عرش ۾، رانول روبروءِ،
ويجهو سڀ وجود ۾، جيئن سو ڦُلن بوءِ،
جتي هاءِ نه هوءِ، دلپت تتي تن جو تڪيو.

٢١

سامي سَرها ٿيا، منجهي برهه بوءِ،
راتيون جاڳن جهد مون، سمجهن ڪين صبوح،

---

(١) رواج (٢) راز جو ڪاچ (٣) جاءِ يا جڳهه.

نانگن نئن ڪڪوريا۱، رڳن مٿي روءِ،
مري جيئا من ۾، ڪيتي پرنگيءَ کوءِ۲،
آءٌ ئي پهر عشق جي، دلپت هنئين هوءِ،
سا جوڳيءَ لڌي جوءِ، جت نانهه نهايت نينهن جي.

۲۲

جت نانهه نهايت نينهن جي، سا جوڳيءَ لڌي جاءِ،
ويا وجودون۳ نڪري، جوڳي جوءِ منجهاءِ،
جتي ذڪر نہ فڪر ڪو، نڪا هوءِ نہ هاءِ،
نڪو فلڪ۴ نہ ملڪ ڪو، نڪو رنڪ نہ راءُ،
نڪو پني پٽ ڪٽي، نڪو بکيا پاءِ،
جتي ڪوڪ نہ ڪاءِ، دلپت تت وڏائون تَڪيو.

۲۳

آسڻ آديسين جو، اونهين منجهه اُجاڙ،
جتي ساز نہ سرود ڪو، نڪا تند تنوار،
نڪا حد نہ بيحد ڪا، نڪو روپ آڪار،
جتي تپ نہ جپ ڪو، نڪو جوڳ جهار،
نڪو جنتر نہ منتر ڪو، نڪو جپڻ هار،
نڪو سج نہ چنڊ ڪو، نڪو ڏُنڊ وَ ڪار،
نڪو عرش نہ فرش ڪو، نڪو ميگهہ ملار،
پنهنجو آهي پاڻ ۾، سامي سرجڻهار،
جنهنجو پار نہ وار، سو تن جو تڪيو۵.

---

(۱) اکيون ڳاڙهيون (۲) اَجائي وڃائي (۳) هستيءَ مان
(۴) آسمان (۵) آڌار.

٢٤

جوڳي جاڳي ساس جون، تا سمرنيون سورين١،
محڪم وٺي من کي، ميا٢ تا موڙين،
راتيان ڏينهان رام سان، آديسي اورين،
جا پوءِ ڪِني نہ سٽي، سو تا ڏيهہ ڏورين،
دلپت نانگا ناٿ تان، پاڻ اُيو گهورين،
ويا تت وؤڙين، جت ناهي اَنت عشق جو.

٢٥

ڪري اُبتيون اَکڙيون، پس پاڻکي پيهي،
ڳولي لهج اَلک کي، وجود ۾ ويهي،
دلپت سڃاڻ سپرين، ڏور ڪري ڏيهي،
تان ساجن سنيهي، سامي مليئي سترو٣.

٢٦

ڪري اُبتيون اَکڙيون، پيهي پَسُ پاڻ،
اُجهئين تي عالم ۾٤، جنهنجي ڏسڻ ڪاڻ،
دلپت ساڳي سپرين، سدا توئي ساڻ،
ويراڳ وساءِ وجود ۾، پيچ پنهنجو پاڻ،
تان آديسي آسان٥، اَلک ڏسين اندر ۾.

٢٧

پُريا٦ پورب پار ڏي، ڪاپڙي ڪري ڪاهہ،
آديسي اندر کي، ٻَجهِ برهہ سندي باهہ،
ساڙ شڪ سيئي، ٻاري عشق آڙاهہ،

(١) مالهائون ڦيرين (٢) بهادر (٣) سولو (٤) هن دنيا ۾ آئين (٥) سولو (٦) ويا.

محڪم ا وٺي من کي، گيان گُرج سان گاھہ۲،
دست ڪر دلپت دل کي، سوار ٿي سر ساھہ،
عشق اُلٽي راھہ، رڙھي رس رام کي.

۲۸

ويراڳي وجود ۾، ويھي ورھہ وساءِ،
طالب ٿي طلب ۾، تن کي پيو تپاءِ،
محڪم وٺي من کي، گھڙي گيان گساءِ،
پنج مواسي۳ چون جي، تن نصيحت ڏيئي نساءِ،
چئنچل چت پڪيءَ کي، ڦاھيءَ سرت ڦساءِ،
ڪري ترڪ طمع کي، ترشنا ڏئي جلاءِ،
تان جوڳي تنھنجو جوڳ سپي، سدا رھي برجاءِ۴،
دست ڪري دل کي، دلپت رام ريجھاءِ،
ناتو نينھن نباءِ، ھن پر نانگا ناٿ سان.

۲۹

ويراڳي وجود جو، پاندو پرم پيچ،
ڪاھي پورب پار ڏي، ورھہ وٺي وچ،
دلپت درس دل کي، ساجن مٿيو سچ،
جئندي مرڻ مچ، تہ جانب ڏسين جيءَ ۾.

۳۰

ويراڳي وجود ۾، ويھي ڪر قرار،
ترڪ ڏيئي طمع کي، دوڙ نہ ڪنھن ٻئي پار،
گاھي گُرج گيان سان، من مواسي مار،

(۱) پڪيءَ طرح (۲) گيان ھنئين سان ھنداءِ (۳) پنج وڪار: ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موہ ۽ اھنڪار (۴) جڳہ تي پڪو.

آچو ڪر آندر ڪي، ممتا ميل اُتار،
آديسي ڏس آندر ۾، آلک جا اسرار،
دلپت ديدار، دل ۾ ڏس دوست جو.

۳۱

واسنا وجود مون، ويراڳي وڃاءِ،
محڪم وني من ڪي، برھ ڪوريءَ ڪاءِ،
اَن ئي پھر عرش ۾، رانول ڪي تون راءِ،
پاڻهي پيھي پاڻ ۾، پنھنجو پاڻ وڃاءِ،
تہ دلپت چوي ھر جاءِ، نانگا ڏسين نات ڪي.

۳۲

جوڳيءَ منھنجي جيءَ ۾، جوڙي ھنئين جڙا،
سا لڳون لنگھي لڳي، چت ۾ چست چَپڙ،
اُڪيليان تان نہ اُڪلي، جا ڪتي خوب تَر۲،
دلپت آديسين جي، روھين ٻجھي رڙ،
پرين پڪيءَ پر، پني ڪر ھن پيڙ جي.

۳۳

ويراڳ بن برھ جي، بابُنِ آئي بوءِ،
تن محڪم وني من ڪي، ماري ڪيو موءِ۳،
ھوءِ پئي ھنئين ۾، ھنيون وڃي پيو ھوءِ،
جوڳين ڳھڙي ڳھتِ ۾، لڌي جانب جوءِ،
ڏسي رانول روءِ، دلپت درد ويا دل جا.

---

(۱) آندر ۾ پاڙ ڪوڙي يا ميخ لڳي (۲) تري ۾ (۳) وار جھڙو سنھو.

٣٤

ويراڳين ورهه جي، لڳي چست چَپَرَ،
گهڙي ويئي گهٽ ۾، سيلي١ ساهه سپر٢،
جوڳين جاڳي جيءَ ۾، آتش عشق اَپر،
دلپت رِليا رام سان، ڪائي ڪند ڪپر،
ڪي گياني گبر٣، غرق ٿيا گريبان ۾.

٣٥

پڪارين پرين ليءِ، ورهه وڌيا جيئي،
ٿا دانهون ڪن درد ڪون، واڊوڙيا ويهي،
وِراڳ وٺي ورهه سان، نهوڙيا نيهي،
هو ڪُنا ڪات ڪاپڙين، پيا ڪُسن ٿا ڪيئي،
ڪاڏا واگهه ورهه جي، تن رمز رانول ريهي،
دلپت دردوندن جي، درد ساڙي ديهي،
سي پورب پيهي، نانگا مليا ناٿ سان.

٣٦

ڪورو ڪُنب تپائيو، سپيرين سَڃَرُ٤،
ٻاري ٻاهه برهه جي، آديسين اَپَرُ،
تون گِهڙُ گهاٽي نينهن سان، سانگو ڇڏي سِرُ،
تن تپائي طلب ۾، ڪڏي مَن مَڪَرُ،
صابڻ ڏيئي سچ جو، من جي مارج مَرُ،
اَڇو ڪر اَندر ڪي، جئن گنديءَ ڪي گاڏَرُ،
هلي ٿيءُ حاضر، دلپت در دوست جي.

(١) چماٽ (٢) ڍال (٣) سچي اعتقاد وارا (٤) ڌوٻيءَ وارو ڪنب جنهن ۾ ڪار وجهي پرينءَ ڏنو ته رنگ ڦٽي ٿو يا نه.

٣٧

چو تو ڪن ڪپائين، چا ڪي لائين چارُ،
مُندرا ميڪلي مڪر جي، سيلي سڱيءَ ساڻ،
لُنگ لنگوٽي لالچي، ڏنڊ ڪمنڊل ڏارِ،
ڪين پهچائي ڪين ري، پَٽ پهوڙي پارِ،
آڙيو ناهي ان ۾، او تان نرنجن نروارِ،
سامي بڌج سر تي، سيلي سُرت اَپارِ،
جو ويجهو آهي ونين ڪون، تون سامي سو سنيارِ،
دلپت چوي ديدارِ، ٿئي عين جي اَکين سان.

٣٨

ڪنن ڪين وچائيو، من ڏِنگي ڪي ڏارِ،
چاڪ ڏيئي چت ڪي، محبت مُندرا چاڙهه،
چڏ بهانا بيک جا، حيلا مڙيئي هارِ،
ٻاري باهه برهه جي، سانگ سيئي ساڙِ،
نڪي دوڙ دوارڪا، نڪي ڪاهه ڪيڏار(٢)،
گنگا ون(٣) ۾ گومتي، آتم گيان ويچارِ،
منجهه ئي تيرت تڪيو، منجهه ئي ناٿ نهارِ،
سولو آهي ساهه ڪون، اَلک ڏيو آپارِ،
آد پرش آڌارِ، دلپت ديکو دل ۾.

٣٩

ڪنن ڪين وچائيو، ڪاتيءَ سان ۾ ڪورِ،
ڪاپڙي ڪن قلوب جا، برهه بنڇيءَ قوڙِ،

---

(١) نهوڙي چڏ (٢) ڪيدار ناٿ (٣) وچ.

ڪڏ منهن مکر ڪون، چاندا سيئي چوڙ،
جوڳي جڳاءِ جيءَ ڪي، سمرڻ ساهہ جو سوڙ،
ويراڳ وساءِ وجود ۾، تان ترت رسين وچي توڙ،
دلپت دائم دوست تون، پاڻ اُپو تي گهوڙ،
محڪم من ڪي موڙ، تہ ناٿ مليئي نينهن سان.

۴۰

ڪنن ڪين وچائيو، تون ڪاتيءَ سان ۾ ڪٽ،
محڪم پنهنجي من ڪي، جوڳي وٺي جهٽ،
مُندرا لاهہ مکر جي٢، سيلي سڱي سَٽ،
ڪڙا ڪولانيا٣ ڪوڙ جا، پاڪنڊ سيئي پَٽ،
دلپت ويڇهو وجود ۾، گهوٽ تنهنجي گهٽ،
مکر مڙيئي مٽ، تہ ناڻگا ڏسين ناٿ ڪي.

۴۱

ڪنن ڪين وچائيو، چريءَ سان ۾ چيد،
ڪاپڙي ڪن قلوب۴ جا، برهہ بنڇيءَ ڀيد،
محڪم وٺي من ڪي، ڪر قابو قيد،
دلپت واٽي ويد، معلوم ٿِيَئي من ۾.

۴۲

ڪوهہ۵ تو ڪن ڪپائين، چاڪونءَ ڏيئي چير،
چوُرمن جي چشي ليءَ٦، ڪنڊت ڪيءَ سرير،
وڏءِ چائي ڇِتَنِ ۾٧، تو ڪائين ڪنڊون ڪير،
لال لنگيون لڳن تي، اوڏي ٿئين امير،

(١) ترڪتال (٢) ڪنڊل مکر جا لاهي ڦٽي ڪر (٣) ڪنن جا ڪڙا
(۴) اندر يا من (۵) ڇو (٦) چشڪي لاءِ (٧) وارن ۾ ڏوڙ وڌءِ.

ڪري ويس ويسوان[1] جا، پاڻ پائين تو پير،
وجهي منهن مڪر ۾، سامي پڳيءَ سير،
لڳيءَ ڪونہ وجود ۾، طلب سندو تير،
جوڙي وجھہ جيءَ ۾، جوڳي جهد زنجير،
پاءِ منهن اندر ۾، اَلک رک اُڪير،
دل کي ڏيئي ڏير، دلپت لڳ لڙہ لاهوتين جي.

۴۳

لڳي لڙهہ[2] لاهوتين جي، ٿيءُ گولن جو گولو[3]،
تان آديسي اندر جو، لاهين ئي اولو[4]،
لهيئي سامي سر تون، ايھہ چوراسي چولو،
دلپت چوي دوئيءَ جو، ڪڍ روح منجھون رولو،
پرم پيچ پولو، تہ پاڻ پسين سو پرين.

۴۴

بيک بڻائي شينهن جو، منهن کي مڪين رک،
رڍ ٿي وينين رڍن ۾، ڪائين ڪرفتي[5] ڪک،
اوڍي اُن اُداس ٿئين، ڪارڻ وشئي[6] سک،
ماڻهو موهين مڪر ڪيو، ڪري پاکنڊ پک،
پڇي آگيا گُر جي، تو پوڄين پک ايک،
جن سکن لاءِ تو پاپ ڪرين، سيئي ڏيندءِ ڏک،
آديسي اندر ۾، لڌيءَ نہ لک الک،
چو تو مارين جک، دلپت جوفي[7] ڪارڻ جڳ ۾.

---

(۱) ڪچري (۲) صحبت ڪر (۳) غلام (۴) پوءُ
(۵) گند (۶) دنيوي (۷) آجيوڪا يا پيٽ پالنا.

۴۵

اَڳيون اَچي عشق جي، عقل ٿيو آڏين ا،
گهڙي محبت مڇ ۾، مري ٿيو مهين ۲،
سو پي ميءَ مست ٿيو، ڪانئين ڪُفر دين،
هيڻن ڪون ٿيو هيڻ، رڙهي وينو رندن ۾.

۴۶

ڏسي عقل عشق کي، سياٽپ ڇڏي سڀ،
ورهه اَئون ويراڳ جا، جهلي ڏاڍا ڏنڀ،
حياو ۽ شرم جا، ڪانئي وينو ڪنڀ،
تَجي آس آرنڀ۳، غرق ٿيو گريبان ۾.

۴۷

جن پيو پور پرينءَ جو، پورب پُريا سي،
ڪاپڙي سچي قلب۴ سان، ڪاهي هليا ڪي،
آديسين اَندر ۾، اُجهي نہ الک ري،
نينهن نهوڙيا جي، سي دلپت نانگا مليا نات کي.

۴۸

نانگا مليا نات کي، جي نيهي نماڻا،
ڇڏي سنگ سڀ جو، ٿيا يگانا۵،
وڃي دست دوست جي، ورهي۶ وڪاڻا،
سي عاشق اَگهاڻا۷، جي پيا پيش پرينءَ جي.

۴۹

پيا پيش پرينءَ جي، نماڻا نيهي،

---

(ا) شرن پيو (۲) سنهو (۳) شروعاتي (۴) دل (۵) اڪيلا
(۶) پريم سان (۷) قبول پيا.

تن ڏني پيشاني پرينءَ جي، پاڻ ۾ پيهي،
تا اورين اَلک سان، ويراڳي ويهي،
ڪاپڙين جي ڪلول جي، ڪڇن ڪل ڪيهي،
دلپت سُڌ ديهي[1]، وئي ويچارن وسري.

۵۰

وئي ويچارن وسري، جي گهٽِ ۾ پيا گهڙي،
آديسين جي اَندر ۾، برهه باهه ٻري،
سواءِ ساجن جي، تن ويا شڪ سڙي،
پاڻ وڃائي پنهنجو، جوڳي جيئا مري،
دست ڪري دل ڪي، اُن لڌي ڳجهه ڳري،
دلپت دوست دري[2]، تن ڏوري لڌي ڏيل مون[3].

۵۱

تن ڏوري لڌو ڏيل مون، اَلک آديسن،
شئل سيوئي ڪيو، سُن ۾[4] سنياسن،
دلپت نج داسن، ناٿ نوايو نينهن سان.

۵۲

تن ناٿ نوايو نينهن سان، جن هئي سڪ سچي،
گهڙي عشق آڙاهه ۾، ٻٽي[5] ٿيا پچي،
رانول رنگ رچي، لاهوتي لال ٿيا.

۵۳

لاهوتي لال ٿيا، رچي رانول رنگ،
وڏو محبت مچ ۾، نانگن نينهن نسنگ،

---

(۱) بدن جي خبر (۲) گهر ۾ (۳) اندر مان (۴) چپ ۾ (۵) خاڪ.

پيا عاشق آڙاهه ۾، آديسي اُمنگ،
تن لڳو دلپت رنگ، جنتي پڪو پاهه پريم جو.

٥٤

جن ترڪ ڪيو طمع ڪي، سنياسي سيئي،
ڇڏي هليا نعمتون١، قيمتي ڪيئي،
ويراڳين وجود٢ مون، واشنا ويئي،
تن پاڻ پڇي پانهنجو، رانول دل ريهي،
گهڙي ويا گهٽ ۾، جفا٣ جيءَ ڏيئي،
دلپت ڏنائون اَلک کي، پاڻ ۾ پيهي،
سي نانگا نيهي، ناٿ نوازيا٤ نينهن سان.

٥٥

ياد پوين يار کي، جي ڪرين يار پيار،
هٽي معرفت٥ مشڪلو، من جي ميل اُتار،
ويهي درپن٦ دل جو، آديسي اُجار،
گروءَ جي گيان جو، ڏيهي٧ ڏيو ٻار،
تہ نانگا اندر ناٿ جو، نرکين٨ نوُر نروار،
دلپت ديدار، پيهي پَسُ پاڻ ۾.

٥٦

ياد ڪر يار کي، ڪڍي من مڪر،
هيت ڪر٩ هڪ سان، دوستي ڇڏ دِگر١٠،
جوڳي جپ جيءَ ۾، زبان ريءَ ذڪر،
دلپت ساڻ فڪر، دوست ڏس دل ۾.

(١) غنيمتون يا ڪرپائون (٢) اَندر (٣) تڪليف (٤) ڪرپا ڪئي.
(٥) شريعت، طريقت، معرفت ۽ حقيقت صوفين جون منزلون آهن(٦) آئينو (٧) اندر (٨) ڏسين (٩) گڏي ڇڏ (١٠) ٻيو.

٥٧

جي ٻائين جوڳي ٿيان، تہ طمع کي ڏي ترڪ،
اوڏي ويس عورت جا، مردن ۾ نہ مُرڪ،
دلپت ڏوتي١ دنيا کون، ٻچي تيءُ فرق،
گھڙي تيءُ غرق، ٻائي منهن مهراڻ ۾.

٥٨

جي ٻائين جوڳي ٿيان، تہ تپاءِ طلب ۾ تن،
جوڦي٢ لاءِ جڳت ۾، ڪوري ويھہ نہ ڪن،
وجھہ مندرائون٣ محبت جون، محڪم چيري من،
ڪيِ آديسي اَندر مون، ڪوٿا فڪل فن٤،
ٻيائي ڏيئي ٻن، هڪ دوست رک دل ۾.

٥٩

جي ٻائين جوڳي ٿيان، تہ جانب سان جيءُ جوڙ،
گر گيان جي ڪات سان، ڪن قلب جا ڪور،
ويراڳ وساءِ وجود ۾، منهن مکر کون موڙ،
دلپت سر صدق سان، اُيوه ڪُرَ تان گھور،
تان ترت رسين توڙ٦، چڪين٧ چوراسي پنڌ کون.

٦٠

جي ٻائين جوڳي ٿيان، تان تج عالم جي آس،
ويراڳ رکي وجود ۾، سڀ تي تيءُ نراس،
بن سمرن رام جي، ڪڻ نہ کو اِڪ ساس،
دلپت هردم هر جي، تيءُ داسن جو داس،
تہ وٺکنٺ لهين واس، وڃي حضور هر جي.

---

(١) ٻيائيءَ واري (٢) روٽي (٣) والا يا اِيرنگ (٤) حرفتون (٥) اٿي ٻيهي (٦) منزل تي (٧) مڪتي حاصل ڪرين .

٦١

جوڳي ڏس جانب جا، سرين ۾ سئل،
ڍڪي چولا چوراسي، ٿو آتم ڪري آليل ١،
لپٽ ٿي لباس ۾، رهي سدا آميل ٢،
بي رنگيءَ ڪون رنگ ٿيو، جيئن پاڻيءَ اُتي تيل،
ڪاپڙي ڪن ڪيل، جن سڃاتو سپرين.

٦٢

لک چوراسي چولا چيتن، پهريا رنگا رنگ اَپار،
لِڪي هن لباس ۾، ٿو کيل ڪري کيلار،
اندر ٻاهر سڀ ۾، هڪ چيتن جو چمڪار،
لکي سگهي نہ لوڪن ۾، ڪو اَلک جو اِسرار،
جنهين هنيو منهن محبت مچ ۾، تن عاشقن اِظهار،
دلپت ٿيو ديدار، عين ٣ جي آڪين سان.

٦٣

ٿيو عين جي اَکين سان، درشن تنهن دلدار،
ڏٺو ظاهر چمڪو، چيتن جو چوڏار،
آديسين اَندر ۾، سدا پرين پچار،
دلپت دلدار، تِنِ گهڙي آيو گهٽ ۾.

٦٤

پَسَڻُ تِيَئي پرينءَ جو، جي ڪرين سڪ سچي،
ٻاري ٻاهه برهہ جي، تنهن ۾ پَو پچي،
دلپت سڙئي ساعت ۾، اَهنبند ڪچي ٤،
تان رڱڻ رام رچي، لاهوتي لعل ٿئين.

(١) مزا ماڻين (٢) بنان ميل ميلاپ جي (٣) اَندر جي روشنيءَ سان (٤) ڪچي ٻڌي.

٦٥

جوڳي جُڙي جيءَ ۾، جوڙي ويھ جاءِ،
پيھي حجري١ ھنئين جي، ڪر آسڻ اونداءِ٢،
آديسي اَندر ۾، پل پل جھاتي پاءِ،
سڻ نوبت ناد جي، گگن ۾ غوغاءِ،
ثابت وٺي ساھ کي، سورھ سرت سنياءِ،
اُت ويھي ڪماحقون٣، چت جي چست چلاءِ،
تان ڏسين پرتو پرينءَ جو، جڳ مڳ جوت جھلڪاءِ،
جفا ڏيئي جيءَ کي، ڪر جبروت٤ وڃي جاءِ،
حقيقت سان ھڪ ٿي، صورت ۾ سماءِ،
لاھوت ۾ لقاءُ، دلپت پوءِ پس پرين جو.

٦٦

آديسي ڏس اَندر ۾، ڪوجي ڪا ڪِنَ،
جو سڀ ۾ ھر آتما، ڪنھن کون نہ آھي ڀِن،
پرانن جو پران آھي، من جو آھي من،
اَکين جون اَکيون آھي، ڪنن جو آھي ڪن،
وسي سڀ وجود ۾، سڀ تي ھئہ ولکڻ،
دلپت تنھن درسن، گُر گم ري نہ ٿئي.

٦٧

تَنُ تپايو طلب ۾، ڪِن ورھ ولاسين،
اوجاڳي اُجاريون، اَکيون آديسين،
پيو پرلاءُ پريَنِ جو، سُن ۾ سنياسين،
دلپت نج داسن، درسن پاتو دوست جو.

---

(١) من جي ڪمري ۾ (٢) شيش آسڻ وغيره (٣) سچ ڪماءِ
(٤) جبروت، ھاھوت ۽ لاھوت صوفين جون منزلون آھن.

٦٨

نانگن لڳو ناٿ سان، نِتُ نِتُ نئون نينهن،
سدا ساجن ليءِ اُنجو، تو جِهڙي جُهري جيءُ،
سهسين سک سنسار جا، ويراڳين لڳن ويهه،
پسڻ ڪارڻ پرينءَ جي، سِڪن سچو ڏينهن،
جن جو حال هيءُ، ڪيئن واشنا وني تن ڪي.

٦٩

جي ٿا تن ۾ تيرٿ ڪن، سي ڪيئن ڪاشيءَ وڃن ڪاپڙي،
گنگا ۽ گرنار جي، تانگهه نہ آهي تِن،
گهوٽ ڏٺو جن گهٽ ۾، سي تيرٿ ڪين تپن،
دلپت دائم دل ۾، اُن بنيو بندرابن،
سي سامي سدا سرها، مڪندا جن جي من،
بيائي ڏيئي ٻن، او رتا وتن رام سان.

٧٠

پرو پوئي٢ پرينءَ جو، جي پنهنجو سچاڻين پاڻ،
سچاڻ آهي اَلک جو، جي پنهنجي سچاڻ ساڻ،
بنا سچاڻي پانهنجي، وڃي نہ ديهہ ايمان،
اَلک مليئي آسان، جي پهرين سچاڻين پاڻکي.

٧١

پرُ٣ سچاڻ سترو، پاڻ سچاڻ ڏک،
اَکيون ڏسن اور ڪي٤، پنهنجو ڏسن نہ رخ،
ڏارون٥ پسڻ پانهنجي، سامي ملي نہ سک،
اُلٽي ڏس مُک، تہ صاحب مليئي سترو.

(١) مور مٽڪ پيتامبر ڏاري (٢) پتو پوئي (٣) ڏاريو ماڙهو (٤) ٻئي کي (٥) بنا.

٧٢

صاحب مليئي سترو، جي گروءَ جو لهين گسُ۱،
نانگا توکي نات جو، ڏيهي ڏين ئي ڏسُ،
هٽي ڪڙو قلب کي، ڪڍن ئي ڪوري ڪس،
پوءِ گهڙي ميدان عشق جي، رڙهي رانول رس،
تان جوڳي چون ئي جَس، دلپت ويهي ويراڳين وچ ۾.

٧٣

سامي سڪ نہ سُتري، لڳي هوءِ تہ لاءِ،
نانگا ناتو نينهن جو، اڳيون ٿي نات نباهہ،
چڙي جوءِ جوڳي هليا، واڇو ورهہ وڄاءِ،
ساٿي اُيا ڪن سڏڙا، تون سُتينءَ سيج وڇاءِ،
لڏيو وڃي لوڪ لوءِ ڏي۲، تو سمهڻ ڪئن سهاءِ،
پران پڪي اُتاولو۳، تنهن ويندي وير نہ ڪاءِ،
ويهہ نہ هت ٿي ويسلو، جوڳي جوڙي جاءِ،
دلپت هل پنهنجي ديسِ ڏي، سمر سڪ سنياءِ،
تان ترت پهچين ماءِ۴، ڇُٽين پرانهين پنڌ کون.

٧٤

ڇٽين پرانهين پنڌ کون، تان پوُر پورب پار،
چڙهي گهوڙي گيان جي، هڪلي هل هيڪار،
ڪڻ ساٿي سونهان پاڻ سان، وويڪ ۽ ويچار،
رک طلب تکي تن ۾، تان تري وڃين تار،
ڪر همراه عشق کي، تان پهچين پرئين پار،

(۱) رستو (۲) اڳو پوءِ بئي جهان وڃڻ (۳) تکڙو
(۴) ماڳ.

دست وٺي دلدار، دلپت ونءُ پنهنجي وطن ڏي.

۷۵

ونءُ پنهنجي وطن ڏي، سچاٽي دلپت دم،
نکو ساڏِ نيمن کي، نکو ساڏِ يمُرا[1]،
چڏ اَيمان ديهہ جو، ذات ورن کر گم،
سک ٿي وچي سمهہ، سامي ست سروپ ۾.

۷۶

ويراڳين ورهہ جي، کا جا آئي بانس،
تن پريَنِ جي پسڻ جي، لڳي تَن ۾ تکي تاس،
سي اُلٽي[2] عالم کون ٿيا، آديسي اُداس،
وڃي مرادون من جون، نرهہ ٿيا نر آس،
وينا وچي ويران ۾، چاڙهي اَکيون آکاس،
دلپت چڏي ديهہ اَيمان کي، ٿيا داسن جا داس،
کائين سپ خواهش، تن وئکنٺ سدا وجود ۾.

۷۷

تن وئکنٺ سدا وجود ۾، جن رکيو رانول رخ،
اُلٽي پيا اَندر ۾، ماٺهن موڙي مک،
دلپت گهڙيا گهٽ ۾، ڏيهيءَ ڏيئي ڏک،
سي ماڻين سدا سک، جن سهج[3] سچاتو سپرين.

۷۸

سهج سچاٽي سپرين، پرين پاڻ ٿيا،
سُرو ڏيئي شوق[4] جو، کيڻن کيا کيئا،

---

(١) ساڏنا کريم جي (٢) پاسو کري (٣) سولو (٤) شونق تجي.

پي ميءِ محبت جو، مري جي جيئا،
داخل ٿي دلپت دوست ۾، وجودون ويا،
محبتي مَيا، لنگھي ويا لاهوت ۾.

٧٩

آديسي اَندر ۾، اَلک جو استان،
ويراڳ وساءِ وجود ۾، تان سمجھين گرن گيان،
پرو پويئي ا پريَن جو، جي چڏين پنهنجو پاڻ،
بنان گر گم گيان جو، سوئي قوکٽ٢ گيان،
دلپت دست کر دل کي، تجي ديھ ايمان،
تان اَلک مليئي آسان، چٽين چوراسي پند کون.

٨٠

چٽين چوراسي پند کون، جي آتم ڏسين هِڪ،
آديسي اَندر مون، ڪڍ دوئيءَ کي ڏِڪ٣،
ڳولھي لھ پاڻ کي، سچي رکي سک،
باري آگ عشق جي، ساڙ سيئي شک،
تان جلي جھنگ پٽ ٿئي، چورن لھي لِڪ،
دلپت گرز گيان سان، پيچ پرم جي پِڪ،
کر ويراڳي بيھک، تہ پاڻ ڏسين سو پرين.

٨١

ويراڳين برھ جي، چت ۾ لڳي چوٽ،
سي وڍجي ورھ سان، گھٽ مون گھڙيا گھوٽ،
موڙي منھن ميدان کون، موٽيا کين اَموٽ،
سي آديسي اَڻوٽ، دلپت مليا دوست کي.

(١) ڏس مليئي (٢) آجايو (٣) ڏکي ڪڍ.

٨٢

ويراڳ وساءِ وجود ۾، آديسي آپار،
ست اَست جو پارکوا، وٺ وويک ۽ ويچار،
ڀاري آڳ عشق جي، سنسا سيئي ساڙ،
ڪانئين ڪوريءَ وچ۾٢، من جي ميل اُتار،
ڀنڊي ونگ ورهہ جي، ڏوڙ ڏوئي ويچار،
ڪر اِثبات٣ آتما، ديھہ ڪون ڏٺي ڏار،
تان دلپت ديدار، دل ۾ ڏسين دوست جو.

٨٣

جي ڀائين ڏسان اَلک کي، اندر ۾ اِظهار،
تان گروءَ جي گيان جو، ڏيھيءَ ڏيو ڀار،
ڪاپڙي ڪاهي قلب٤ ۾، ويهي ڪر قرار٥،
کولي نئن٦ نرت جا، نانگا ناٿ نهار،
تان معلوم ٿئي من ۾، الک جو اِسرار،
دلپت ديدار، دل ۾ ڏس دوست جو.

٨٤

جن تعلق تجو٧ تن جو، سنياسي سي،
ڇڏي آس عالم جي، هليا اَلک ڏي،
سامين سک سرير جا، رُچن٨ نہ رانول ري،
جوڳي هليا جوءِ٩ ڏي، جفا جيءَ ڏيئي،
دلپت انهن کي ئي، ناٿ مليو نينهن سان.

٨٥

نانگا هليا ناٿ ڏي، جي نينهن نهوڙيا،

---

(١) جاٽو (٢) بنيءَ ۾ جلين (٣) ظاهر (٤) دل (٥) آرام
(٦) اَکيون (٧) ڇڏيو (٨) وٺن (٩) جڳہ.

اُن تي نيزا نرت جا، ڪاهوڙين ا ڪوڙيا،
سي جهڄن جهرن پريَنِ ليءِ، جهوريءَ جي جهوريا،
تن دوست ديرا درد جا، پڇي ڪيا پورا،
جي نينهن نبيريا، سي دلپت مليا ناٿ کي.

٨٦

جن ترڪ ڏنو طمع کي، سي صحيح سنياسي،
تجي آس عالم جي، اوُ قرن اُداسي،
نڪي دوڙن دوارڪا، نڪي وڃن ڪاشي،
وينا تيرٿ ڪن تَن ۾، دلپت آديسي،
اُن اَلک اَوِناسي، ڏوري لڌو ڏيل ۾.

٨٧

سنياسي چوائين پاڻکي، اوڍي لال لباس،
وار وٽي جٽا ڪيئه، جٿن وٽجن نوڙيون ڏاس،
مايا ڪارڻ بيک بنايئه، ورتا وڃائين سواس٢،
نانگو چوائين لوڪ ۾، خرقا٣ پهرين خاص،
نانگا لڄايئه لالچي، ڪري لوڪ لباس،
آريو٤ پيو آهين عام ۾، نانءُ چوائين اُداس،
ڇڏي آسرو اَلک جو، عالم رکين آس،
پي مڌ٥ مست ٿين، کائين مرن ماس،
تن ۾ تونس تريا٦ جي، من ۾ مايا پياس،
پاڻهي ٻڌءِ پاڻ کي، ٿيندين ڪين خلاص،
بنا ترڪ طمع جي، ٿئي نه سِڌِ سنياس،

(١) جوڳين جو قسم (٢) دم اَجايو وڃائين (٣) پوشاڪ (٤) ڦاٿو (٥) شراب (٦) مزي ماڻڻ جي لالچ.

ويراڳ وساءِ وجود
ڪيڊ دغا دل مون، ٿي ڪر واشنا ناس،
ڪوهہ مڙيائي خواهش، تہ اَلک ڏسين اَندر ۾.

٨٨

اَلک ڏسين اَندر ۾، جي سامي ڪمائين سچ،
محبت رکي من ۾، عاشقن اَڳڻ اَچ،
ٻاري ٻاھہ برھہ جي، پيهي تنهن ۾ پچ،
تان صاف ٿئين سون جان، ساڙي قلبون ڪچ٢،
چڙهي نيزي نينهن جي، نانگا اُيو نچ،
گهڙي عشق آڙاهہ ۾، رانول رڱڻ رچ،
سڙي ٿئين سچ، تہ نانگا ڏسين ناٿ کي.

٨٩

جي لهج لاهي نِڱئا، تن نانگن کهڙو ننگ،
سنٻنڌين ۽ سينڌن٣ جو، تن سامين ڇڏيو سنگ،
نڪي وڃن گومتيءَ، نڪي وڃن گنگ،
سڱيون واهي سڪ جون، او هليا چت جا چوري چنگ،
تن پيريون٤ وڄن برھہ جون، محبت جا مرڏنگ٥،
هليا اُکير سان٦ اَلک ڏھن، آديسي اُمنگ،
رڃي رانول رنگ، لاهوتي لال ٿيا.

٩٠

آديسي اندر ۾، اَلک هنئين حضور،
اَندر ٻاهر سڀ ۾، جانب آهي ظهور،

---

(١) ٻن ڏي يا ڇڏ (٢) اَندر يا من جو ميل (٣) مٽ مائٽ ۽ واقف (٤) توتاريون (٥) دهل ڏماما (٦) پريم سان.

پر بنا اَکين اَندر جي، ڪو ڏسي سگھي نہ نُورُ،
ڪامي ونءُ ڪوري ۾، تائي تن تنورُ،
تہ دلپت دوست دل ڪون، ڪڏهين ٿئي نہ دورُ،
چوري تن تنبورا، آواز سڻ اَلک جو.

۹۱

آواز سڻ اَلک جو، ڳگن غفا ويهي،
ڳروءَ جي ڳيان جو، ڏيو ٻار ڏيهي،
ڏسي صورت شام جي، پاڻ ۾ پيهي،
تان سانول سنيهي۲، دلپت ڏک لاهيئي ڏيل جا.

۹۲

جنهنجو نينهن نات سان، سنياسي سيئي،
پيا عشق آزاهہ ۾، جفا جيءَ ڏيئي،
ڏوري لذائون ڏيل مون، پرينءَ کي پيهي،
سامين جي سر تون، سڀ وِپتا۳ ويئي،
دلپت سڏ ديهي، ويئي وسري تن ڪون.

۹۳

جي اُداس ٿيا عالم ڪون، اُداسي سيئي،
ريجھايائون رام کي، ڪري ڪيرتيون ڪيئي۴،
جي نرمل نيهي، اُن اَلک مليو اَندر ۾.

۹۴

اُداسي سي صحيح۵، جي عالم ڪون اُداس،
ڇڏي آس عالم۶ جي، ٿيا نماڻا نراس،

---

(۱) من جو تنبورو وڄائي (۲) جلدي (۳) مصيبت (۴) گھٽيئي ساڏن ڪري (۵) برابر (۶) دنيا.

ساڙي آهون[1] آندر جي، ٿيا داسن جا داس،
اُن اَلک ڏٺو اَندر ۾، ڪانئي[2] سڀ خواهش،
نہ ٿوپيون اوڍن[3] اُن جون، نڪي ڪن لباس،
بنا نالي نام جي، ڪٽن نڪو ساس،
رکي پڪي پياس، دلپت رتا رام سان.

٩٥

اوڍي اُنَ انگن تي[4]، بٺيو بيک اُداس،
اُداس تي اَلک ڪون، رکن عالم آس،
اَچاھہ چوائين پاڻکي، من ۾ مايا پياس،
ھک پريت پنڻ سان، بي ڪائڻ جي خواهش،
سھڻي شال لڳن تي، اوڍي لال لباس،
صاحب جي ملڻ جي، تن ۾ ناهي تلاش،
ورتاھ[5] وجايائين سواس[6]، ڪري پڙوسو بيک جو.

٩٦

بيک بنائي اُن جو، وينين اَڏي اوطاق،
اُداس چوائين پاڻ کي، پھرين پٽ پوشاڪ،
گيہ مليدا ڪندون ڪائين، خوب ڪرين خوراڪ،
پچن ڪون پڳو وتين، چوُرمن[7] ۾ چالاڪ،
ڪرين ڪم اُبتا، گُرن پڇي واڪ،
گڏھہ گھڙي گنگا ۾، ڪڏھين نہ ٿئي پاڪ،
ڪي مڪر[8] من مون، طمع ڏيئي طلاق،
ڪامي تيءِ خاڪ[9]، تہ گرو ڏسين گھٽ ۾.

---

(۱) آپو (۲) ماري (۳) گرم لويون نہ پائن (۴) گرم ڪپڙا بدن تي پائي (۵) اجايو (٦) دم (۷) مال مليدا (۸) دغا ۽ دولاب (۹) جلي مٽي ٿئين.

٩٧

سنياسي سي مون پرين، جن ناٿ سان ناتو،
من جنجو مگهن ٿي، رام سان راتوا،
موڙي منهن ماڻهن کون، پاڻ مون پاتو،
تن صحيح٢ سڃاتو، دلپت الک اندر ۾.

٩٨

مصلحت کري من سان، ويراڳي ويچار،
جو چڙهي سمندر ڦين تي، کونہ تريو تار،
تئن کري پروسو بيک جو، کين پهچندين پار،
ڦوکي باهہ برهہ جي، سانگ مڙيئي ساڙ،
چڏ پاوي بيک جي، الک رهہ آڌار،
دلپت درس کر دل کي، تان من ۾ مليئي مُرار،
تري وڃي تکرار، جي سَرن پوين ست سنگ جي.

٩٩

سيج وڇائي کٽ تي، سمهي پئين سامي،
اَچا پرين پري ٿيو، تون وينين وسامي،
پاري مڇ محبت جو، وئين کوريءَ ۾ کامي٣،
دلپت جوڙ٤ جانب سان، من کي مُدامي٥،
تان ٿئين آرامي، جي سرن پوين ست سنگ جي.

١٠٠

جوڳي جُڙ جانب سان، جڳ ٻنڌن سي ٽوڙ،
مَتِ منهن مَکَرَ کون، چل سيئي چوڙ،

---

(١) مليو يا رچي راس ٿيو (٢) ثابت (٣) بنيءَ ۾ جلي وڃ (٤) گڏ (٥) هميشه.

نراس ٿيءُ سڀ تي، مايا کون منهن موڙ،
پيهي وچي ٻاڻ کي، ڏيهيءَ مون ڏورا،
تان ترت رسين وچي توڙ۲، دلپت درگاه دوست جي.

۱۰۱

وٺڪنٺ جن وجود، تن گنگا سدا گهٽ ۾،
اُجاري اَندر ان جو، برهه کيو بهبود۳،
دلپت صاحب هڪڙو، جهان ڪهان۴ مَوجود،
سي سڀ کي ڪن سجود۵، جن صحيح سڃاتو پاڻکي.

۱۰۲

جن صحيح سڃاتو پاڻکي، سي سڀ کي ڪن سلام،
تَنجي ديهه اَيمان کي، ٿيا گولن جا غلام،
سي جوڳي جفائون ڪري، رڙهي گڏيا رام،
فرق ٿيا فُرقن کون، ساڙي ڪفر اسلام،
دلپت وڍي وڍي دل جي، دوئيءَ سندي دام،
لٿي سڀ ملام۶، اُتون آديسين جي.

۱۰۳

آديسي اَلک ڏهن۷، سچ وني وچ ساڻ،
ڪڻ ڪميا غريبي بندگي، نينهن سندو نيشان،
چڙهي گهوڙي گيان جي، هل منزل لامڪان،
تان گرو گهڙي گهٽ ۾، ڏِيَئي اَلک جو اُهڃاڻ۸،
دلپت دل دربان، پهچائيئي پيش۹ پرين جي.

۱۰۴

سچ سالاهه مکر تي مدگر، گرنٿ واڪ ويچار،

---

(۱) اَندر مان ڳول (۲) منزل تي (۳) اُنتي يا واڌارو (۴) هرهند (۵) سلام (٦) ملامت (۷) ڏانهن (۸) ڏس پتو (۹) اَڳيان.

پُران قُران حقيقت هڪڙي، عاشقن اِظهار،
سچن صاحب اوڏڙوا، ڪوڙن کون بيزار،
آنڌن اوندهه آندر ۾، دهه دس ڏنڌ و ڪار،
سچن سئل سڀ ڪيو، ڏسي نئن نروار،
نرپکيه نرگن سڀ ۾، آتما اِظهار،
متي ڦاٽا متن ۾، ڏري ديهه آهنڪار،
جن جوڦي۲ لاءِ جڳت ۾، ڪيا بيک بسيار۳،
ڪي مُنڊي ڪي ڪيس وڌاون، ڪي جوڳي ڪني ڦاڙ،
ڪي تپشي هوءِ ڪي ٻانهه سڪاون۴، ڪي لنبي ويڙهن وار،
مارن، جيءَ ديا نه دل ۾، کاون ماس مردار،
ڪرن پاپ، پڇ ڪر نه ڄاڻن، هندو جنم بگاڙ،
ڪي اوڍي اُن اُداسي ٿيا، ڪي نانگا جٽاڌار،
ڪي لُنگيون ڪن لڱن تي، ڪي منهن ڪي مَکين ڇار۵،
صورت سندين ماڻهن جهڙي، پر پسُن جا اَطوار۶،
ڪي دوڙن ٿا دوارڪا، ڪي گمن ڪن گرنار،
ڪي گيا وڃن گومتيءَ، ڪي ڪاهين ٿا ڪيڏار،
آتم تيرٿ تن ۾، تنهن سڌ نه رکن سار،
دل فقير ڪو هڪڙو، بيک فقير اَپار،
ناحق موڳن متي تي، ڏريا بيکن جا بار،
پڇ وٺي رڌ جو، ڪونه پهتو پار،
جن پروسو ڪيو بيک جو، سي گيرپ گتا گار۷،
بنا رام نام جي، ڪونه تريو تار،

(۱) ويچهو (۲) روٽيءَ لاءِ (۳) گهڻا (۴) يوگ آسن ڪن (۵) رک يا مٽي (۶) لڇڻ (۷) ايمان جي ڪڌ ۾ ڪپي پيا.

بيکين ڀات گرنٿ جو، ناهي کو آڌکار،
گرو چون گرنٿ کي، عورت رکن آر،
گرو تن جو صحيح ا، آڏک جنهن سان پيار،
ساڌن اڳيون ساڌ سڏائن، من ۾ مايا پيار،
کري پروسو بيک جو، وينا رام وسار،
پنهنجي هٿون پانهنجو، هليا ڪاج٢ بگاڙ،
چڏ من ڀاوي بيک جي، ساجهر رام سنڀار،
سرن پَو ستسنگ جي، تان لنگهي پوين پار،
واسطو٣ هن وچن جو، سمجهي کو سچيار،
ويدانتي واٽيءَ ۾، هوندو جو هوشيار،
ساڌو ٻيڙيءَ سچ جي، ٿيندو جو هسوار،
سو سنسار سمندر تي، لنگهي پوندو پار،
دلپت ديدار، تنهن ڳهڙي ايندو گهٽ ۾.

١٠٥

صحيح کيئه نہ ساميءَ کي، تو سامي سڏائين،
لال لباس لڳن تي، ٿاهيو تو ٿاهين،
ڏيکاريو ويس وسوڙن٤، تو نڳيو ڏن کائين،
کپڙا اوڍي قيمتي، تو نانگو چوائين،
نانگن جي نانوَ کي، تو لوپي لڄائين،
مڙهيون منڊپ محل تو، اَڏيو اَڏائين،
جنهن سان کنهن سان وينو، تو پاڻ پڏائين،
گسائي٥ وينين گروءَ کون، نالو گسائين،

---

(١) برابر (٢) ڪارج يا ڪم ڪار (٣) سچو لاڳاپو
(٤) اَبوجهن (٥) پڇي پاسو کري.

مايا ڪارڻ مڪر ڪيو، تو ماڻهو مُسائين ا،
ڦوڪون ڏيئي ڪنن ۾، تو شيوڪ سمجهائين،
پاڻ مُنجهاڻين موهه ۾، ٻيا پڻ مُنجهاڻين،
رچي پنت پاکنڊ جا، مورک منجهائين،
اَجائي پنهنجي آرجا٢، وينو وڃائين،
پياري مَڏُ موڳن کي، تو مايا سمجهائين،
مَکي چائي لڳن کي، تو کير کنڊون کائين،
لوڪن اڳيون جڳ ۾، تو سِڏُ٣ سڏائين،
سمهين سهڻيءَ کٽ تي، سيج وڇائين،
کهين ويلي اُٺي ڪري، گوبند نہ ڳائين،
سرو وياپي آتما، سو ڏٺي نہ ڏيائين،
دلپت وينو وڃائين، جنم پنهنجو جڳ ۾.

١٠٦

ڪن ڪپائي ڪاپڙي، نَر مون ٿيءُ نہ نار،
اوڍي ويس ويسوان جا، ڏيهہ کي نہ ڏيکار،
لاهہ لباس لڱن تون، جوين جا جنسار،
ڳهِڙُ ميدان مردن جي، کُهڻ جنجي ڪار،
ورهہ ڪات ڪاپڙين جا، ڪاري سَهُه ڪاپار،
آديسين عشق جي، پورب آهي پچار،
پيهي پنهنجي پاڻ ۾، نانگا نات نهار،
دلپت چوي دربار، نانگا نينهن نوازيا.

---

(١) منجهائين (٢) عمر (٣) پوتر يا شريف.

۱۰۷

ڪن ڪپائي ڪاپڙي، جِندا جوءِ نہ ٿيءُ،
وري هٿ نہ ايندءُ، مانک جنم ايهُہ،
پيءُ پيالو پريم جو، جوڳي ڏيئي جيءُ،
دلپت پسين پيءُ، جي پيهي وڃين پاڻ ۾.

۱۰۸

ڪن ڪپائي ڪاپڙي، جُڙي ٿيءُ نہ جوءِ،
ڪري پروسو بيک جو، وئڪنٺ ويو نہ ڪوءِ،
ڪِي منهن مڪر ڪون، تان سچ مليئي سوءِ،
آديسي اَلک لاءِ، ويهي رتو روءِ،
رکي طلب تن ۾، وَڃُن لاهوتين لوءِ،
خواهش مڙيائي ڪوءِ ا، تہ دلپت ملين ناٿ کي.

۱۰۹

ڪن ڪپائي ڪاپڙي، جُڙي ٿِئين زال،
ٻنڌي سيلي سر تي، ريشمي رسال،
اوڍي وينين لڱن تي، سهٽي سائي شال،
ڪري ويس ويسوان جا، ميڙڻ لڳين مال،
ماٺهو موهين مڪر سان، ڪري تال پڪال،
ڪم نہ ايندءِ ڪڏهين، ايها ڪوڙي قيل مقال،
ڪِي آديسي اَندر مون، خارج خام۲ خيال،
ويراڳ وساءِ وجود ۾، تان نانگا ٿئين نهال،
گروءَ جي گيان جو، ڏيهيءَ ڏيو ٻار،
تان رچي ٿئين لال، دلپت لڳي لڙهہ لاهوتين جي.

---

(۱) ڇڏ (۲) اَجايا.

١١٠

پيهي وچ پاڻ ۾، ڇڏي پنهنجو پاڻ،
ڏيئي آديسي اَلک جو، اَندر ۾ اُهڃاڻ،
ڇاڪي رلين روهن۱ ۾، نانگا ناٿن ڪاڻ،
پري ڳولڻ پرينءَ کي، ايهو ڇتن سندو ڇاڻ،
آهي سائين توئي ساڻ، دلپت دائم دل ۾.

١١١

دلپت دائم دوست جو، دل اَندر ديرو،
پرين پسين پاڻ ۾، جي مڻن ڇڏين ميرو،
لاهه جوڳي جيءَ تون، چوراسيءَ ڦيرو،
تان ناٿ ڏسين نيڙو۲، جي منهن هٽين مهراڻ ۾.

١١٢

منهن هٽين مهراڻ ۾، تان ناٿ ڏسين نروار،
هٽيڪو اٽئي هنئين ۾، ڳول نہ ڪنهن ٻئي پار،
پيهي پنهنجو پاڻ ۾، پنهنجو پاڻ سنڀار،
دلپت ديدار، دل ۾ ڏس دوست جو.

١١٣

جيجان جوڳيڙن جو، جان پروڙيم حال،
نڪي ڪوڏيا ڪاڪ جا، نڪي موهيا مال،
سوڏي سمجهي جي هليا، ڇڏي خام خيال،
دلپت پسي دوست کي، ٿيا لاهوتي لال،
سي وينا وچ وصال، برهہ وڌيا جي ڪاپڙي.

(۱) جبلن (۲) ويجهو.

١١٤

برهہ وڍيا جي ڪاپڙي، سي گهايل گهوٽ گهمن،
پاڻ سڪايائون سِڪ ۾، سي سڪ نہ سيج سمهن،
دلپت بنا دوست جي، ڪيڏانهن ڪين اُجهن،
او سدا ليءِ سيڙن، سامي گهارين سڪ ۾.

١١٥

سامي گهارن سڪ ۾، جانڪي سپ چمار،
آديسين اَلک جي، اَکين اُچ اَپار،
پرين اَئون پاڻ ۾، وِٿ نہ سمجهن وار،
توڙي دم نہ آهن ڏار، تان پي وسارين نہ ورهہ کي.

١١٦

وڇوڙي ۾ وَرهہ وڍي، وصل ۾ وجُهلُ ا،
بنهي ڳالهين تا ڳرن، جي عاشق آهن اصل،
دلپت آخر ۽ اول، عاشقن حال هڪڙو.

١١٧

جهڄن جُهرن ِورهہ ۾، ڳرن وچ وصل،
اَندر عاشقن جي، ٿي هيءِ هيءِ پوي هڪل،
دلپت وس نہ وهم گمان جو، هلي نہ فهم فِڪل،
عاجز٢ ٿيو عقل، اَڳيون اچي عشق جي.

١١٨

گهڙي آيو گهٽ ۾، موهن ميگهہ ملار،
لايو جهڙ جيءَ ۾، ڪري برهہ بهار،

(١) جهوري (٢) لاچار.

مٿي مشتاقن جي، تي وصل جي وسڪار،
نريا نئن ٺار، دلپت درس پائي دوست جو.

١١٩

سيج وڇائي سهڻي، سامي سمهين ساري رات،
ڏيئي تڪيا تن کي، تو اوجهرين پريات،
ساڏن جي سيا ۾، پيو بڪين برهه بات،
وايون ويدن جون تو، وَڪاڻين وات،
سِکي شبد ساڏن جا، لاهوتين لاءِ لات،
صاحب جي ملڻ جي، تن ۾ نه رکين تات،
ڏي جوڳي جفا جيءَ کي، ماري من کر مات،
جي وايوڙيا آهن برهه جا، ڪُسن تنهن جي ڪات،
تان ظاهر ڏسين ذات، دلپت پيهي پنهنجي پاڻ ۾.

١٢٠

سيج وڇائي سهڻي، سامي پيو سوءِ،
چڙهي وينين گاديءَ تي، گُر جي چڏي گوءِ،
سينگاري سرير کي، جُڙي تي پئين جوءِ،
هٽي هٽ حال تي، رانول ويهي روءِ،
ڏاڳا ڏوءُ نه اُن جا، داغ دل کون ڏوءُ،
آديسي اَندر جي، خواهش سيائي کوءِ،
سمر ڪٽي سِڪ جو، وَنءُ لاهوتين لوءِ،
دلپت تهان پوءِ، پسڻ تِيَئي پرينءَ جو.

(١) ڪپڙا.

۱۲۱

جي ڀائين پسان پرينءَ کي، تان طمع ۱ کي تياڳ،
پوڙ پورب پار ڏي، وسائي ويراڳ،
جوڳي جلاءِ جيءَ کي، ٻاري عشق جي آڳ،
درد ڪٽي دوست جو، ڏي دلپت دل کي داغ،
تان محبوباٺو ماڳ، آديسي ڏسين اندر ۾.

۱۲۲

جي ڳُر جا گهوڙيا گودڙيا، سي گهٽيون ڪين گهمن،
ڏکن ڏونهان درد جا، سي سک نہ سيج سمهن،
سهسين سک سرير جا، وِرهن ڪين وٽن،
دلپت ڇڏي سنگ ساڏن جو، اوُڪيڏانهن ڪين اُجهن،
راتيان ڏينهان تِن، هردم پچار پرين جي.

۱۲۳

آديسي سي مون پرين، جنجي الک ساڻ اُڪير ۲،
ڇڏي مڙهہ مڙهيون، رتا منجهہ سرير،
جوڳين وڏو جيءَ ۾، جوڙي جِهدُ زنجير،
نہ سامي سڏائين پاٽڪي، نڪي پنڊت پير،
نڪي اکهاڙا عالم ۾، نڪي اوڍن چير ۳،
فنا ٿي فقير، دلپت مليا دوست کي.

۱۲۴

سنياسي سي مون پرين، جي نرمم نراَهنڪار،
پاڻ سڃاتائون سڀ ۾، نرک نئن نروار،

---

(۱) لالچ (۲) سک (۳) ڪپڙا.

ڏيئي ترڪ تين کي، لنگھيا ٽُريا پار،
داخل ٿيا دلدار، دلپت پاڻ سڃاڻي پانھنجو.

١٢٥

سامين ساڙيو سرير کي، ٻاري عشق آڳ،
ورھ گھڙي وجود ۾، دل کي ڏنا داغ،
دلپت در دوست جي، وٺي ويو ويراڳ،
محبوباڻو ماڳ، ڏکن ڏيکاريو ڏيل١ ۾.

١٢٦

سامين ساڙيو سرير کي، وجھي عشق آڙاھ٢،
تن ماري وڏو من کي، سوگھو ڪري ساھ،
آديسين جي اَندر ۾، برھ لڳي باھ،
دلپت دردوندن جي، عرشين پھتي آھ،
دوستاني درگاھ، سڌ ٿيو سڙين کي.

١٢٧

سڌ ٿيو سڙين کي، جي ساجن ليءِ سڙيا،
مٿا ھٽي مچ ۾، ميا ڪين مُڙيا،
اَندر آديسين جا، آتش عشق اَڙيا،
گھڙي دل درياھ ۾، طالب تار تريا،
دلپت جيءَ جن جا، جانب ساڻ جڙيا،
سي وري ڪين وريا، جي داخل ٿيا دوست ۾.

١٢٨

آديسي اُٿي اُڪير سان، پيا پورب ڏي پور،

(١) سرير-اَندر (٢) ڪڏ.

ڇڏي آس عالم جي، سامي رهه صبور،
ڪوري ڪيڏ قلوب مون، ڪروڌ ڪپٽ ۽ ڪوڙ،
سچن صاحب اوڏڙو، دروغن[1] کون دور،
جنهن لاءِ تڙقين تيرٿن تي، غافل ڪري غرور،
سو سڀ ۾ هر آتما، ڪنهنکون ناهي دور،
اهڙو صاحب سولو، ڪيئن موڳا ٿيوُن معذور،
اَندر ٻاهر سڀ ۾، دلپت هنئين حضور،
ڪري نرمل نوُر، نانگا ڏس نات ڪي.

۱۲۹

اوڊي لباس لڳن تي، ڪيئه زالن جهڙو زيب،
مايا ميڙي مهنت ٿئين، ڪري فند فريب،
چل ڪيو تو موڳا موهين، رانول ڪري ريب،
مايا ڪارڻ پاڻ پڇايئه، عالم ڏيئي آ سيب،
ڪيڏ ڪاپڙي قلوب مون، ڪوتا خام خريب[2]،
وٺي واڪ گروءَ ڪون، تيءُ ڳڳن ۾ غيب،
تان علتون[3] ۽ عيب، آديسي وڃن اَندر جا.

۱۳۰

ساڌ سڏائين پاڻکي، تان ساڌيو من کي ٻاڌ،
جبَ چپَ ڪنَ اکيون، چار ئي چست ساڌ،
اُت ئي پهر اندر ۾، اَلک کي آراڌ،
يار ڪر ياد، ته دلپت ياد پوين يار کي.

---

(۱) ڪوڙن (۲) دولاب (۳) عادتون.

# سلوڪ ڪلجڳ جا

هنن سلوڪن ۾ صوفي سائين دلپت ڏيکاريو آهي ته ڪلجڳ ۾ ڪهڙي قسم جا ماڻهو رهن ٿا. ’نڪار نانگا، سچا سڪٽا ساڌو، بيروزگار ٻاوا ٻانڀڻ، مڪار مولوي ۽ ڪوڙا قلندري هزارن جي تعداد ۾ آهن. سچا رهبر ۽ ڪامل ستگر دنيا ۾ بلڪل ٿورا آهن. ڪوڙين ڪٿائن، سچن سنسن، ردي رواجن ۽ پاکنڊي پوڄائن ذريعي اُهي دنيا جي پرپنچ ۾ ڦاٿل ساڌو ۽ سنياسي سانگ ڌاري سنت، جوڳي جٽاڌاري ڀليل ڀرمين کي برغلاني بي راه ڪري رهيا آهن. ڀلا ڏسو ته سهين ته جو پاڻ گم آهي سو ٻئي جي رهبري ڪيئن ڪندو؟‘ اَهڙن ٺڳن جي ٺڳيءَ ۽ مڪاريءَ کي سيني ملڪن ۽ قومن جي شاعرن سخت ننديو آهي. صوفي دلپت اَهڙن دوکيبازن جي دولاب ۽ دغابازي ظاهر ڪري پنهنجي سلوڪن ۾ کين چڱي تنبيهه ڪئي آهي. ان بنسبت سندس جملي سلوڪ ٦ آهن جن مان پنج سنڌي ۽ هڪ سرائڪي آهن، جي هتي ڏجن ٿا.

۱

جي پائين پسان پرينءَ کي، تان لِکي وِجهه لِيو،
اڻ هوندو حباب۱ آب۲ تي، عالم هيءُ ٿيو،
پر فرق ڦوٽي بحر۳ جو، ڪنهن ڪونہ ڇيو،
جنهن ڳوليو ٿي پرينءَ کي، سو وڇون ئي ويو،
جن ٻولي نہ آهي ٻن جي، تت ٽِڪي ڪيئن ٿيون،
پير ۾ پرميسر، تان ٻَٻُرَ ۾ ٻيو،
جي اِسلام ٿيو الله کون، تان ڪفر ڪنهن ڪيو،
جي ڪعبہ خانو خدا جو، تان ڪو ديول ڏوهہ ٿيو،
مڙهيءَ ۾ مسجد ۾، روشن هڪ ڏيو،
دلپت ڪيئن پيو، خلل۴ اچي خلق ۾.

۲

ڇا کي وڏو پاڻ ۾، ترڪن واڻين وير،
جي پير ۾ پاڻ ڏٺي، تان ڪرڙ ۾ ڪير،
ڪک پن ۾ پڌرو آهي، پريان سندو پير،
اَنڌا ڪاٽا ڪينڪي، لهن هن پوئن جو پير۵،
ڪو سچو پسي سير۶، دلپت چوي دوست جو.

۳

جت پانڌين نہ هو پيچرو، تت ڪنهن پيريءَ پاتو پير،
دلپت اوپارو اُبتو، هن گهاٽيءَ سندو گهير،
سپيريان جو سير، ڪنهن ساهوءِ ڏنو سچ ۾.

۴

ڪيهر جي قوات۷ سان، دعوي۸ ڪندو ڪير،

---

(۱) ڪچو بدبدو يا ڦوٽو (۲) پاڻي (۳) سمنڊ (۴) نفاق (۵) سچ جو پتو (۶) سيرت يا درشن (۷) شينهن جي طاقت (۸) دم هڻندو.

هٿي هٿ هاٿيءَ کي، ڏاهيو ڪري ڏير،
دلپت سهي نہ سگهي، دهشت تنهن دلير،
جت پلنگ ا وجهي پير، تت مِرون رهي نہ هڪڙو.

۵

اَنڌن ۾ اوچتو، اَچي پيل۲ پيو،
تن لائي هٿ هاٿيءَ کي، ڪيئن جو ڪيئن چيو،
مهري۳ چون ڏندن کي، اُڪري پير ٿيو،
ڇڄ ڪَهن ڪن کي، جهاڙو۴ پڇ جيهو،
ٻانهن سڏين سونڊ کي، ٿنيو چنگهہ ٿيو،
اَنڌن اچي عام ۾، ڪڏي جهيڙو ڪيو،
سيڪنهن پنهنجي پنهنجي پڪ۵ کي، چڱو ٿي چيو،
هڪ هڪ اَنگ کي، هاٿي چون اِهو،
اَنڌن کي پيل جو، پرو۶ ڪونہ پيو،
اَصل هاٿي هڪ، تہ ٻوڙا ٻجهن پيو،
ڪَل ڪاڻن ڪانہ ڪا، ٿيڏا ٿڏن ٿيو،
الله اَکين اُپ ۾، اَنڌن عقل ويو،
ٻانيڻ ملامتن جا، پاڪنڊ پڪ پيو،
هڪ ٻئي سان هوڏ جي، پيو تن ڪونہ ڏهو۷،
مُنجهائي ماڻهن کي، حشر۸ تن ڪيو،
اَنڌا ڏسن ڪينڪي، روشن هڪ ڏيو،
دلپت انهيءَ ڳالهہ جي، عجب اِڪ ٿيو،
سچ ڪان پڌرو سپرين، وسري وسن ويو،

(۱) چيتو (۲) هاٿي (۳) ڏندو (۴) ٻهاري (۵) ٻڌي
(۶) پتو (۷) ڏپو يا سمجهہ (۸) ماتام يا پٽڪو.

سڄڻ صحي ڪيو، سڀ ۾ صاحب هيڪڙو.

٦

ڪن ڪعبو مک مسيت١، من ملان ايمان،
مٿو مڪو حاجي هينئڙ، قاضي قلب قران،
نين نبي نڪ قبر، ذاڪر٢ آهي زبان،
هٿ حضرت پانو، پيغمبر امت ٣ انگ عيان٤،
سچ سنت دي نقس نصيحت، غير ڇڏ گمان،
رض رياضت رنج نہ ڪس نوُن، ڪل صحيح شهہ مان،
اَندر ٻاهر ايڪو ظاهر، صاحب ايڪ سبحان،
حق جان٥ جهان جام٦، دلپت صحي سڃاڻ.

(١) مسجد (٢) ذڪر يا پاٺ پوڄا ڪندڙ (٣) چيلا (٤) ظاهري بدن جا عضوا (٥) سچ سمجهہ (٦) پوشاڪ.

# سلوڪ بسنت بهار جا

عام لاءِ بسنت بهار جي مند ڏاڍي مزيدار آهي پر خاص شاعر ڪري. هوُ چوگرد 'هريالي ۽ راستا' يعني رستي تي بسنت جا گل قل ڏسي وجود ۾ اچيو وڃي ۽ وٽي ٿو پنهنجي ڪلام جي تار کي اهڙو تہ ڇيڙي جو عام ماڻهو پڪين سان گڏ نچندا نظر اچن ٿا. عاشقن جو هن مند ۾ ڪهڙو حال آهي سو صوفي سائين دلپترام هنن سلوڪن ۾ جي جملي چِٽ آهن ڏئي ٿو. هو صاحب فرمائي ٿو تہ سچيءَ سڪ وارن لاءِ هرهڪ مند بسنت بهار آهي جڏهن سندن هوت هنج ۾ آهي ۽ هو مندون ماڻين ٿا پر جن جو پرين پري آهي انهن لاءِ بهار بہ خزان (سرؤ) آهي ۽ هو بهار جي مند نٿا ماڻين جيئن سندس هتي ڏنل سلوڪن مان معلوم ٿيندو.

١

تن آيو رس رُتين ا جو، هوت جنهنجي هنج،
دائم دلپت دوست سان، اوهي رتيون صبح سنجهه،
محب وٺو جن منجهه٢، مندون سي ماٽيندیون.

٢

تن آيو رس رُتين جو، جي محبت منجهه مگهن،
لايو برهه چت ۾، چيتن جو ٻه چمن،
دلپت دائم دوست سان، دل کي قائم ڪن،
ساجن ڏنو جن، من مندون سي ماٽيندیون.

٣

سدا بهار تن پيو، جن آئي برهه بوءِ،
پري ٿين نه پرينءَ کون، اُهي رتيون سنجهه صبوح،
دلپت دائم دوست سان، اورين روبرو،
جاني جن جي جوءِ، مندون سي ماٽيندیون.

٤

سدا بهار تن پيو، جن آئي برهه بانس،
ڪڍهين ڪٽن ڪونه ڪو، هرِ بنا هڪ ساسُ،
جي رتيون دلپت دوست سان، تنَ بسنت ٻاره ماس،
پيءُ جنجي پاس، مندون سي ماٽيندیون.

٥

سائي رات سهاوٽي ٣، جنهن رت لڳي پرين پيار،
جنهن رت وسري رامجي، دلپت سا رت پلي بيڪار.

٦

سدا بسنت اَشوڪ، بنُ ڪٽ رُت ٻاره ماس،
ڪنبير تنهن آسڻ ڪيورَو، شش ڪوٽ پرڪاش.

---

(١) مندن (٢) اَندر ۾ (٣) سني.

# سلوڪ گُر اوستَتِ جا

نَمو نَمو سري ست گرو، اَچل روپ اَکنڊ،
دلپت سوامي رم رهيا، ايڪو سروي١ پنڊ.

نَمو نَمو سري ست گرو، گيان روپ اَپار،
دلپت جهاتي پائڪي، ديکيا درس مرار.

نمسڪار گرديو ڪون، جن ديبا هيرا گيان،
دلپت يهہ ڌن پائڪي، مِٽ گيا ڏنڊ اَگيان.

نمسڪار گرديو ڪون، جن ڪيئا هر بخشيش،
دلپت اُن ڪي چرن پر، صدقي ڪرون يهہ سيس٢.

نَمو نَمو سري ست گر، پورن جوت پرڪاش،
دلپت تانڪي درس مَنهہ، آتم هوءِ هلاس٣.

گر پرم برهم پرماتما، گر آد پرک اَپيوَ٤،
دلپت گر سَروَ آتما، جيءِ جيءِ جيءِ گرديوَ.

گر گيان سمندر اَٿاه اَچل گر اَپار اَپر ميوَ٥،
دلپت گر تارن ترن، جيءِ جيءِ جيءِ گرديوَ.

گر چد آڪاس اَکنڊ هيءِ، گر نرگڻ نر آميوَ٦،
دلپت گر پر اَپار، جيءِ جيءِ جيءِ گرديوَ.

---

(١) سڀ ۾ (٢) سر (٣) پرسن، راضي (۴) بنان ڀو جي (۵) بي وڪار (٦) بنان ايمان.

گرست اُپديش ديئي، ڪاٽت سِڪ ا آهه ميق،
دلپت گر سرن هيءِ، جيءِ جيءِ جيءِ گرديوَ.

گر داتا گيان ڪا، گر ديون ڪو ديوَ،
دلپت گر سم سر٢ ڪو نهين، جيءِ جيءِ جيءِ گرديوَ.

گر سرگن نرگن برهم ڪو، سِڪ بتايا پيوءُ،
دلپت گرمل پيءِ ايڪتا، جيءِ جيءِ جيءِ گرديوَ.

گر گوبند ايڪ هيءِ، سوهنگ ساکي ايوَ٣،
دلپت گر ڪاٽا پرم ڪون، جيءِ جيءِ جيءِ گرديوَ،

دلپت ڪي سپ گر يئي، چتي برهما آد،
سرو وياپي ايڪ هيءِ، پورن برهم اَناد.

دلپت ڪي گر سپ يئي، جيتي روپ آڪار،
هيءِ نج ايڪو آتما، گر سک سنسار.

گر گوبند گيتا گنگا، جون چارو٤ برهم سروپ،
دلپت جل جيون ايڪ هيءِ، سرتا ساگر ڪوپ.

گناه اگهه هرن سري گنگ جون٥، نمهه ڪرو پرنام،
ديا ڪر ديجئي، درسن دلپت رام.

آسر آب عميق٦، اَمل ماڻڪ تا نانهه،
پريا ڍونڍ٧ رفيق، تهه دلپت درسن پانهه.

---

(١) چيلو (٢) سمان (٣) اهڙي طرح (٤) چاريئي (٥) جيئن (٦) اونهو(٧) ڳولڻ.

## ارداس

نَمو نَمو گر الک آپار،
سرو جيو پرپ تمري آڌار.
نمو نمو هر ناٿ نرانجڻ،
سنت جنا کي سپ دک ڀنجن.
نمو نمو سري سوامي ست سورا،
نمو نمو سري ستگر سرو پورا.
نمو نمو هر شاهن کي شاه،
جني دکائي هيءَ اوکٽا ۱ راه.
نمو نمو واسديو وسو۲ وياپک،
نمو نمو کرشن سچ پرکاشک.
نمو نمو هر شنکٽ کاٽن،
سنت اُڌارن دشٽ وناسن۳.
هئون پوڙت ساگر اگيان،
تارڻ برڌ تهارو ڀڳوان.
هون کامي کپٽي کرم کچيلا،
کبهون نہ کينو ڌرم سچ شيلا.
نا هم جپ تپ سنجم کينا،
مورک مگڌ نپٽ مت هينا.
هون کرپٽ کنن ات آنيت،
تون پتت پاون پرم پنيت.

---

(۱) سولي (۲) هر شيءِ (۳) ناس کندڙ.

نا هوءِ هڪ چت نام ڏيايا،
مايا پرٻل ديک ڏرايا.
مايا بنڌن ڪاٽو هرجن ڪا،
سگل روڳ سوگ ميٽيو تن من ڪا.
نَمو هر نام نرگن گنييرا،
دين درٻل ڪي ميٽيو تم پيڙا.
سگل٢ سمگري هر آگي هيءِ تمري،
ڪيا اَرپيون ڪڇ هي نهين همري.
جنڪي ڀاوي ست راکو هر نام،
دي درسن پورن من ڪي ڪام.
ٻن ڪرشن همرا اِشٽ نہ اور،
آءِ پڙا پڳ هر سپ در چوڙ.
جيون ويچارڻ ناري هوءِ،
تانڪي لجا پت راکي سو.
تم ڪميا ڪرو هر همري پاپ،
جنم مرن ڪا ميٽو هر تم تاپ.
سگل سرشٽ٣ ڪا پرڀ تم هو ڪرتار،
سنتن هيت ڀهہ ڪينا اوتار.
جب ڀڳتن ڀيڙ پڙي ٿي ڀاري٤،
تب تم پرگهٽ هوءِ اَسُر سنگهاري.
راک راک آپ ليہ مرار،
ڦير نہ آئون اِس سنسار.

(١) تڪليف (٢) ساري يا سموري (٣) سرشٽي (٤) گهڻي.

جنڪي روي لڪاو چرن،
مٽ جاءِ من ڪي دوجا ورن.
نس دن پڙا رهو هر پڳي،
تجهہ بن مينا اور نہ لڳي.
تمري مورت مجهہ جيءُ مون جڙي،
ڪن نهي ڪبهون درشٽي موڙي.
جنڪي هردي وسيا او هر نام،
جپتا جيئون آئون جام١.
هر هر سمرون نمڪ اساس،
ايئي دان مانگي دلپت داس.
جنڪي مستڪ هر هاٿ ڌرو،
ساگر هر پار ڪرو.
ڪر ڪرپا آب تارو سري ناٿ،
دلپت راڪو چرنو ساٿ.

## منگلا چرڻ

جيءُ جيءُ اوم اوڪت اَج اَوناسي،
جيءُ جيءُ ستہ سڌ سيم٢ پرڪاسي،
جيءُ جيءُ سرو نينتا٣ سَروَ نواسي،
جيءُ جيءُ مها ڪال جيءُ سروَ گراسي.

---

(١) پهر (٢) چاندي (٣) هلائڻ وارو.

# ڪافيون

(۱)

جيڏيون جانب آيا، جن جي نهوڙيس ا نينهن.

۱. جانب ذوق مون ٽيڙا ظاهر، آڪين ڏنڙم اندر پاهر،
چاڪي ساه سڪايان، مون وٽ راتيان ڏينهن.
جيڏيون جانب آيا ......

۲. عشق آگم جيءَ جهڙ لايا، من جا محرم مينگهه ملايا،
ويهي ورهه وسايان، محبت سندا مينهن.
جيڏيون جانب آيا ......

۳. جنجي ڪارڻ هيم حيراني، اُهي آيم جيءَ جا جاني،
چاتيءَ منجهه چپايان، ڏيهه ڏيکاريان ڪيئن.
جيڏيون جانب آيا ......

۴. رمز ذاتي صحيح سچاتي، ڪيڙي آندر عشق اِثباتي،
وينِي رانول رائيان، جوڳيءَ آندر جيءَ.
جيڏيون جانب آيا ......

۵. دلپت هيءَ دل آهي ديواني،
دستون دوستن وچي وڪاڻي،
وڪي ڪيئن وارئيان، هوتن ڪان هاڻي هيءَ.
جيڏيون جانب آيا ......

---

(۱) ماريس.

(٢)

کنهن کي سليندس آه اَندر جي
نينهن نهوڙي مونکي نسنگ<sup></sup>

نيو.

١. عشق اچانڪ راه ويندي؏ جو،
سانگ نہ ڪيڙو ڏکن ڏڏي؏ جو.
جي؏ جانب لي؏ جوڳي ٿيو.

٢. ڪاڻ ڪيچن جي ڏيھہ ڏوريندس،
سور ساٿي ڪري ونڌر وورينڊس،
هوُ جو، هٿي هاجو هِنيو وٺي ويو.

٣. جهلي پلي جيڏيون، ڪنهنجي نہ رهنديس،
طعنا مهٽا سڀ سر تي سهنديس،
مونکي جو؏٢ جانب جو، ڪو ڏس ڏيو.

٤. عشق اٽانگو جي پڻ جاتم،
پيچ پرت جو هوند نہ پاتم،
هوند پوُر پرين جي نہ هڄڻ پيو.

٥. باھہ برھہ جي ٻاري ٻاروچل،
اچي اَندر ۾ لائي ڏاڍي جل،
رات ڏينهن تنهن ۾ پچڻ پيو.

٦. وره ويڙيچل ڪيس وِيراڳن،
اَکڙيون اُتاريون اچي اوجاڳن،
سمھڻ وھڻ مونکي وھہ ٿيو.

٧. ساڻ سپرين عشق اڙايس،
سورن ڪارڻ ڇا کي ڇايس؟
هاٿي سک سڄڻ جي سڙڻ ٿيو.

٨. دلپت درسن ڪيس ديواني،
لاهي هليس لڄ لوڪاڻي،
ٻاجهون عجيبن ٻجهي نہ پيو.

---

(١) ندر (٢) جاءِ.

(۳)

هينئر اڳڻ ايندا رانول روح رچندا.

۱. ويڙيچڙ وطن ڏانهن شال واڳون وريندا.
واعدا وصل جا پرين شل پنهنجا پاڙيندا.

۲. پکي پيهي پريت سان پرين پاڀوهيون ا پڇندا،
رکي هنئين هتڙا منهنجي سور سڌ لهندا.

۳. عجيب اچي اُکير سان مونسان اورون اورين،
کسون کٽ فراق جا منهنجي قلبون کورين.

۴. آريون عاشقن جون سي سڀاجها سهندا،
ويهي مکتب عشق جي منجهان سبق سک سٺندا.

۵. ڏک وڇوڙا سور سپيئي اهو لشکر لڏيندا،
جانب منهنجي جيءَ ۾ اچي اوطاق اَڏيندا.

٦. ڳجهيون ڳالهيون اندر سنديون صحيح سي سليندا،
دلپت اچي دليون جانيون محب مونکي ملندا.

(۴)

۱. من هي ملڪ ملير، ڪاڏي وڃان سڀ وطن ٿيوسين.

۲. من هي پنهوار، مارو پڻ من هي، من هي عمر همير.

۳. من هي عرش و فرش پڻ من هي، من هي رانجهن هير.

۴. جدا جانب ري جاءِ نہ ڪائي، جنهنجو عالم سڀ سرير.

۵. دلپت دل مون آءِ هليوسين، سچڻ ساڻ اُکير.

---

(۱) مرڪندي.

(۵)

هر شيءِ دي وچ تونهين وسيا،
آپنا آپ ڇپائيہ ڪيوُن؟
۱. آندر ٻاهر تونهين وسيا،
بنورا لوڪ ڀلائيہ ڪيون؟ هر شيءِ دي ......
۲. لونءَ لونءَ دي وچ رم جهم رهيا،
اُلٽا بره بچيائيہ ڪيون؟ هر شيءِ دي ......
۳. پاپ پڇ تم آپ ڪريندا،
دوزخ بهشت بٹائيہ ڪيون؟ هر شيءِ دي ......
۴. دلپت دم جدا نهين توکان،
وصل وڇوڙا آکيہ ڪيون؟ هر شيءِ دي ......

(٦)

پوري پيچ پنيور ڪون، تون تان وچ نہ هڏِا وٺڪار.
۱. دونهان دکاءِ درد جا، سوز سڄڻ نہ وسار.
ويهہ نہ هت تي ويسلي، هوڏهون ڪاهون نہ ڪر ڪوهيار.
۲. پهہ پڇاءِ نہ پار وڃڻ جا، ويهہ نہ اوري اروار.
شڪ شبہ ايهي ساڙ سيبئي، ڦوڪي ٻاهہ برهہ جي ٻار.
۳. دانهون ڪرين ڇو درد جون، توکون دوست نہ آهہ دم ڌار.
ديهہ جدا تي جيءَ جسي ڪون، ڏس دلبر درڪنار.
۴. آهي هٿيڪو هوت هنئين ۾، تون تان ڳول نہ ٻي ڪنهن پار۲.
هِت هُت جاني ايڪ هي، ڪيا دلپت ديدار.

(۱) اصل (۲) طرف.

(٧)

من ۾ وسي ٿو سڄڻ دل جاني ڇاکي ڏورين ٿي،
ڏور ديواني؟

١. ويجھو ونين ڪون، آڪين اوراھون،
ساھ ڪون سولو، تنھنڪي پَسُ م پراھون.

٢. جنھن ڪارڻ ڏيھ ڏونگر ڏولي سوئي ڀولي،
آندر چولي.

٣. آندر ٻاھر ايڪو اوھي دلپت،
ويکي ورلا ڪوئي.

(٨)

چو نہ پسندا سي پرين، جي عشق جي ڪوري ڪُٺا
عاشقن جي جان تي، خوني خنجر چشمن ڳُٺا

١. سِر ڏنو جن تي، صاقي ڪري مئبي اِن مٺا
سي بي خُمر مخمور ٿيا، مشتاق محبت ۾ مَٺا

٢. مشعال نيڻن جي مٺان، مڇي تن ڏنا مچ ۾ مٺا
ڪٺي نينھن جا ننگ پاڻ سان، جانب اچي جيءَ ۾ جُٺا

٣. فاني فنائي جي ٿيا، 'دلپت' دلبر جي ھٿا
پاٽئون وڃائي پاڻ ۾، وڃي رمز رانول جي رتا.

(٩)

صحيح سنيھڙا ڪي سٽيءَ سپيرين.

١. ڏوٿي ھليا ڏٿ ڪٽي اُٿي ساجھر سويرا،
عشق اصل انجا ھئا جلايا جيرا.

٢. ڪشي ڪمر پنڌ پيا جھان ڪون لائي جھانگيئڙا،
واسي وينا نہ وات تي ھو ساھو سانگيئڙا.

٣. پيرو ڪٽي پرينءَ جو ھليا پري پانڌيئڙا،
جوءِ جنجي لڪ ڪي لھن لوڏيئڙا.

٤ سڪ ساڙي جندڙو ھليا جاني جوڳيئڙا،
ڳجھي مام مئن جي ڪي ٻجھن مانجھيئڙا.

٥. لنگھي پيا لڪ ڪون پري عاشق اُڪير آ،
يار وڃي پيا پٻ جي ھو سڪ مون ساميئڙا.

٦. لڏو چيڙ چپر جي ڪري فڪل فقيرا،
دلپت مليا محب کي جي نينھن نبيريا.

## چوپايون

جيءِ جيءِ چد اکريہ اگم اگوچر،
جيءِ جيءِ کوٽ ست برهم اگاڌ ايشور.
جيءِ جيءِ نارايڻ نر جرادر،
جيءِ جيءِ وس پرتا جي وسويسر.

جيءِ جيءِ انترىامي برهم سناتن،
جيءِ جيءِ پرکوتم پرک پراتن.
جيءِ جيءِ ست چت آنند پرآتم،
جيءِ جيءِ سروکت سرو آتم.

جيءِ جيءِ آد پرک اج اوناسي،
جيءِ جيءِ جيءِ کير سمندر کي رهواسي.
جيءِ جيءِ سيس سيج پرييا ولاسي،
جيءِ جيءِ کنول ناپ جيءِ وس پرکاسي.

جيءِ جيءِ نر نارايڻ رک اوتار،
جيءِ جيءِ وس کيم هيت تيکڻ پت وار.
جس سرپت کا گرپ پر هارا،
يو جل بي پگت بهتي تار.

جيءِ وشن جيءِ ايس هر مايا پت،
جيءِ جيءِ سته ساکي سين پوست،

جيءُ جيءُ اپرچن اکنڊ اپرهت،
جيءُ جيءُ اکال اپيد نرپئي نت.

جيءُ جيءُ اننت سيس روپ تمارو،
جيءُ جيءُ برهما شو سنت کمارو.
جيءُ جيءُ کپل ديو جيءُ پرٿو پيارو،
جيءُ جيءُ رکب ديو جي دروه اجارو.

جيءُ جيءُ نارد جي ويد وياس،
هر آنند پڳت کا پيا ولاس ا.
جيءُ جيءُ دتاتري اودوت سناس،
برهم گيان کا جس کيا پرکاس.

جيءُ جيءُ جڳ پرک جڳ کارن،
جيءُ جيءُ هر ڌرم پنٿ وس وس تارن.
جيءُ جيءُ هيءُ گر هٺ ديت سنگهارن،
جس چار ويد مک کيئا اُچارن.

جيءُ جيءُ گهنسام ڌنتر، رايا،
جيءُ جيءُ هر کارن روڳ مٽاون آيا.
جس ويدڪ وديا سَڪلَ رچايا،
امرت اوکد دي جڳ روڳ مٽايا.

جيءُ جيءُ گرڙ گاهي هر اوتارا،
کن ۾ گبج کا کيا چٽکارا.

(ا) پوڳ يا خوشي.

جيءُ جيءُ هنس روپ ڌر گيان اوچارا،
سنڪادڪ سنسي سڪل نوارا.

جيءُ جيءُ ڌرتي در واران اوتارا،
جڪر مار هرناڪس ديت سنگهارا.
پل ڪر وس ڌا جل پر ڌارا،
تس پر ٿاڦيا سڪل سنسارا.

جيءُ جيءُ هر مها مڇ روپ اوتارا،
جس ديت سنکيا سرياپي پرهارا.
گيان دسو راءِ راجا ستورت تارا،
چار ويد ڪا هر ڪيا اَڌارا.

جيءُ جيءُ هر ڪو رم ڪروڙا اوتارا،
پيٺ پر پربت مندراچل ڌارا.
جس مها دشٽ مڌ ڪيڏ پڌارا،
ڀڳت سرون ڪا ڪاج سنوارا.

جيءُ جيءُ هر نرشنگ اگر آڪارا،
نَکيا ا يڌ ڪر هرناڪس مارا.
پڪڙ پڇارا سنک پشٽ بڪارا،
پرهلاد ڀڳت ڪا ڪيا اُڌارا.

جيءُ جيءُ سري چتر يوج وامن اوتارا،
پڳ ڪر ديو تس لڳ تن ڌارا.

(١) نهن واري ويڙه.

جيءَ جيءَ سري سپ پران آڌارا،
آپ اوکد اچل اپيد آپي اوتارا.

جيءَ جيءَ سري پرسرام رک اوتارا،
کر مين ليا هيءَ کنن کذ.ارا.
جيءَ سنسر ارجن کتري مارا،
ايکس وار رڻ کتر سنگهارا.

جيءَ جيءَ سري رامچند سيتا پرتارا،
تيکڻ سر کبر دشت راوڻ مارا.
رڻ ۾ راوڻ آنيک بدارا،
جس پس پنکي جن سگلي تارا.

جيءَ جيءَ سري واشديو کرشن اوتارا،
مهاپارت پوءِ پار اوتارا.
کٽس پچار مها پاپي راجا مارا،
ارجن اوڌهو اور کيئي نستارا.

جيءَ جيءَ سري پليدر اوتار اننت،
ماريا دَيتا اسنکه دشت پاپي جنت.
هلِ ديه هستنا اتاوي بلونت،
تت گيان دي نريو کيئي هيءَ سنت.

جيءَ جيءَ ٻوڌ اوتار جگن نات کرتا،
جهار ڦوک پيک پاڌ ڌرتا.

---

(ا) راکاس.

مت کو پگ سون جيو جنت مرتا،
مايا چل کر اسرن ٻڌ هرتا.

جيءِ جيءِ هر نهڪلنگي اوتارا،
جب ديکهيا سنکٽ پڳتن پارا.
تب مها دشت پاپي دانوَ هارا،
ست جڳ تاپ کيا جي کارا.

جدا سنتون پر ديکيا کشت اَپارا،
تد۲ تن کارن کين پهه اوتارا.
اَب جن دلپت کا دوک نوارا،
کر گهه ڀو جل پار اتارا.
هي رکي کيش هي کرشن مرار،
هر مهما تيري اَپرم پار.
منکهه بال ٻڌ کڇ کيا اوچار،
جيون تيون دلپت ليهه اوبار.

جو يهه اُستت اوتار اوُچاري،
هر تاکي سکلي کاج سنواري.
جنم مرن کا دلپت پرم نواري،
هردي درسن نسچي تانيه اُباري.

سلوک

جو يهه اُستت تت پڻي سني هادي کر پياس
دلپت پاوي پرم پد يهي ويکنٺ واس

(۱) جڏهن (۲) تڏهن.

## منگلا چرن (سنپوُرن سپ پوُٽ)

جيءِ جيءِ ويڪنٺ ناٿ وشن سوامي،
جيءِ جيءِ سرو وياپڪ اَنترجامي،
جيءِ جيءِ انوي وتريڪ اڪامي،
جيءِ جيءِ ادوي اڪنڌ انامي.
جيءِ جيءِ اَج اڪرمي نرميءِ نرگن،
جيءِ جيءِ ايس سرويسر سرگن،
جيءِ جيءِ مهان ڳاوي سئيس ڦڻ،
جيءِ جيءِ هر سمري سر نرمن.
جيءِ جيءِ هر نرشنگهه نرنجن،
جيءِ جيءِ سنڪٽ ڪاٽن دوڪنجن،
جيءِ جيءِ جدا پت سکا ارجن،
جيءِ جيءِ هر ديجئي گيان انجن.
جيءِ جيءِ نريوءِ نريه٢ نارائڻ،
جيءِ جيءِ هر تجهه سنت پراين،
جيءِ جيءِ سرن جوگ جن سرو تراين،
جيءِ جيءِ هرجن ڪي دوک هراين.
جيءِ جيءِ رامچند جيءِ لڇمن،
جيءِ جيءِ پرت پڳت جيءِ سترگهن،
جيءِ جيءِ واسديو جيءِ پردمن،
جيءِ جيءِ انرڌ جيءِ سنڪر ڪن.

(١) جادوُ (٢) مايا يا انڇا تي رهت.

جيءِ جيءِ سري ڪرشن جيءِ جيءِ نند نندن،
جيءِ جيءِ مڪند جيءِ مڌ سوڌن،
جيءِ جيءِ ڌرتي ڌر اَهم ڪالي مردن،
جيءِ جيءِ گرڌر هر ڪنس نڪندن.
جيءِ جيءِ ڪيشو پرم ديال،
جيءِ جيءِ ماڌو هر پرتپال،
جن دلپت مانگي چرن روال[1]،
اَب دي درشن ڪرو نهال.
جيءِ جيءِ دلپت سدا گن گاوي،
پريم پدارٿ لڇهه تي پاوي،
نِس دن نام تيرا هر ڌياوي،
رام نام امرت من ڀاوي.
اپني جن ڪي جيءِ جيءِ ڪيجي،
دلپت دان آپي پد ديجي،
ڪر ڪرپا سر هاٿ ڌريجي،
ڀوساگر تي پار ڪريجي.

(1) ڌوڙ.

# واهگرو ڪا جاپ

واهگورو ڪي ڪهي پريم جوت جڳي،
واهگورو ڪي ڪهي هر مينا لڳي،
واهگورو ڪي ڪهي گيان رد وسي،
واهگورو ڪي ڪهي اوديا جيءِ کسي.
واهگورو ڪي ڪهي من نرمل هوءِ،
واهگورو ڪي ڪهي شتروا رهي نہ ڪوءِ،
واهگورو ڪي ڪهي سک سنپت پاوي،
واهگورو ڪي ڪهي جم نِڪٽ نہ آوي.
واهگورو ڪي ڪهي سرت شبدي لاڳي،
دلپت سوهنگ جوت نرانتر جاڳي.
ووا وس ڪرمن ڪون هاها هر هين چين،
ڱڱا گوبند گم لهہ رارا رام منهہ لين.
ووا واسديو وس وياپڪ هاها هر هين جهان،
ڱڱا گوبند ڱٽا پري رارا رام پڇان.
واهگورو گوبند ايڪ هي دوجا بنا نهين ڪوءِ،
دلپت وستو۲ ايڪ هيءِ نام لئي هيءِ دو.

# راڳ شام ڪلياڻ

۱

ميرا من هوري رنگ پينا، اڇي ڪيل ڪيل ڪانا،
بنسي ڏن سر من موهي، چڪ رهي ڪگ مرگهہ نئنا۳.

---

(۱) دشمن (۲) شيءِ (۳) نياريون هرڻ جون اکيون.

اونت بينت چپ رهيا چت ۾، پي نيڻن مون ڪڇ ڪينا،
دلپت دل مون سيئي خوشحالي، ٻانهہ پڪڙ موہ لينا.

٢

اني سکي حال ڪيسي کيلن جائون هوري بن مين،
لٽيا چاهت استرا گرڌر.
للج لوڪ ڪي نيڪنہ راکي، ڏرتا نانهين ڪئسي ڏر پر هر٢.
نينون ڪي ناوڪ کينچ ڪڙاهي، بره ڪي پاري٣ مارت برسر.
دلپت درس پرس سک پايا، امگهيا٤ پريم ڪا ساگر انبرڈر پر.

## راڳ يمن ڪلياڻ

١

اس هوري ني چيٽڪ لايا٥، مکرا دکاءِ جڳ پرمايا.
پانچ پوت پچيس پوٽري، رلمل راند رچايا.
تين تنت ڪي راڳي بنکي، نر ناري ناچ نچايا.
نت ٿيني نين ٻانڌ ڪي، ڪڇ مون ڪڇ دکلايا.
ست ۾ است، است ۾ ست ڪي، چوڏہ پون٦ پلايا.
ترگڻ گلال اگيان عنبيرا، دبڌيا٧ دوم مچايا.
دلپت ڏنڌ٨ تي سيئي اُبري، جن من رام ڏٺايا.

## راڳ ڪلياڻ

١

کيلو هوري ميري موهنا، جاني من برتو فدا،
مي کنم عرض ترا، لحظ٩ ڪدي هونہ جدا.

---

(١) ڪپڙا (٢) هري (٣) پالا (٤) پلٽيو (٥) رنگ رچايو
(٦) ڏرتيون (٧) دئيت (٨) انڌيرو (٩) پل.

پهہ خواب خورش فشرت مينا نهين لاڳي،
آرام رفت جانم چون عشق زد ندا.
شب روز فکر دائم ديدن ا تو پيا،
کر مهر ملاقات بکن حاصل مدعا٢.
حسن تو بي نهايت گنج تو بيشمار،
کچ کم نشود نعمتہ يک غذا.
تو بادشاه خوبان خوبي سرو ترا،
درسن بده٣ بدلپت باچرن خوش دا.

## راڳ ڪانرو

١

ڪان مجھ سيون نہ ڪرو زوري،
سوڏي ڪيل ڪيل وو هوري.
دور ڪرا رهہ چور انگرائي٤،
ڪاهي ڪون بانهہ مروڙي.
ذات ڳنوار گئيان ڪون چروارو،
ڪيل نا جاڻي مت ٿوري.
ڏارا گلال عنبر آکين مين،
پاڳ گئي بار موري.

(١) ڏسڻ (٢) هميشه (٣) ڏي (٤) چلولائي.

نينن کي چوٽ چلاءِ چت مين،
کر گيو چور چوري.
کر کامڻ من موهن هريو،
لاءِ ڪڙا هي ٺڳيو ري.
دلپت جي کي نس دن لاڳي،
چرن کنول سنگ ڏوري.

٢

مينون هوريي دي کيلڻ دا چاءُ ا.
گهن٢ گلال عنبر اُڏايا، کيسر چٽکت پاءُ.
اگهي کيڏون ہر اوٽ سڏاري، ايھ کيڏڻ کا داءُ.
دلپت هردم پي سر کيلئي، نيڙي٣ نہ آوي جم تاءُ.

٣

ري مئن کئسي کيلون، هوري،
مون سان لڙندا کان زوري.
آپ ٽيدا کيلي چال ٽيدي،
ڀهيان مروري موري.
نين سين نسدا کيا کڇ کهندا،
سمجهہ نہ پري مئن پوري ا،
روپ جوبن کا هئہ ايماني٤،
لي گيا چت ميرا چوري.

(١) چاھ (٢) وٺي (٣) ويجهو (٤) ابوجهہ.

دلپت تيري درس پياسي،
آءِ پڙ چرني دوڙي.

۴

پيا بن ڪئسي هوري هوءِ.
آپ ڪبري ڪي سنگ رسيا، دک مک دي گيا موه.
جار بار تن برهي دئيا،
پيا ڪون کهي جاءِ ڪوءِ.
پيڙ وچوري ڪي مڪيا ڪو جاني،
جس تن لاڳي ماني سوءِ.
دلپت ڪون پي درسن ديجيءِ،
راکي نين پروءِ.

## راڳ تلنگ

۱

ري مئينءِ ڪئسي جاوُن هوري کيلڻ،
مجهي ڪان روڪ ڪڙا جمنا ڪي تير.
پچڪاري مارت بستن ڀڳاوت ا اڏارت آنک دي عنبير،
ڀهيان مرورت چورا لاڦورت، لوٽ ليئي انگ چير.
ڏرا گلال عطر آڪين ۾، چپ گيا جمنا تير،
نسدن نين ترقت همري، بريه ڪي لاڳي تن پير.
بن ملوي دلپت سانت نہ آوي، ڪئسي ڏارون ڏير.

(۱) وستر آلا تو ڪري.

٢

پريتم بنان مئينءِ ڪئسي کيلون هوري اس ديار ا،
او اُن چليا وديس موري جيءُ ڪري پڪار.
بيدرد مجهہ کو ماريا خنجر فراق ڪا،
طاقت تنم ببرد٢ جگر کرد پارهِ پاره٣.
بن آب مين ترقي گر پل رهي جدا،
تينون پئي پاجهہ مجهہ ڪون آوي نہ ڪڇ قرار.
مستان وار گشتم٤ در هر مکان گلي،
محبت تو کرد مارا ديوانہ خاڪسار.
تجهہ درد دل ڪون کايا، بي هوش هون پڙا،
اس بريه بسم کيا تن من چلاءَ ترار.
ملنا تو آءِ ملو بخوش دلي،
ورنہ صبح مرونگي تون آپ پيا ويچار.
يک عرض گفت٥ دلپت تون مان لي پيا،
دل من مدام٦ راکو با چرن خود مرار.

---

(١) ملڪ (٢) طاقت ڪٽي ويو (٣) ٽڪرا ٽڪرا (٤) مست ٿي پيس (٥) چيو (٦) هميشہ.

## آرتي

آرتي ڪان ڪرشن تُهاري
سنت جنان مل اره۱ اُچاري.

۱- سڪل۲ جيو جيتي ديهه ڌاري
گهٽ گهٽ جاڳي تيري جوت اُجياري.

۲- تال مرڌنگ دڦ جهانجهه جهٽڪاري
گگن باجي ڌن اَنحد ڀاري.

۳- ايڪو پورن وشن مراري
آپه پوڄ آپ پوڄاري.

۴- چتر ڀوڄ شام سندر گرڌاري
دلپت چرن ڪنول ٻلهاري.

## سلوڪ

رتن رام جن من وسي، سي وڏ شاهوڪار
دلپت اَوسر۳ نا لڳي، ڪبهون تانهه ڏڪار

---

(۱) سينو (۲) سڀ (۳) مصيبت يا ڏک.

Sindh is known as the land of 124,000 Sufi saints and dervishes, both Muslim and Hindu. It is because of the Sufis that Sindh is called the cradle of love and peace. This little volume in Sindhi language entitled *Je Bhaeen Jogi Thiyan*, by Gopal Thakur is a compilation of verses and slokas of Bhai Dalpatram Sufi (1769?-1849) of Sehwan, Sindh (now in Pakistan). Bhai Dalpatram Sufi of Sehwan was a disciple of Bhai Asardas, a famous mystic of Hyderabad Sindh who left behind his successors to preach his philosophy of Sufism and Vedantism. Dalpat Sufi's poetry is an anthology of poems on Sasui, Kalal (wine seller), spring, the rainy season, kafis, tales from Rumi, etc. He was known for his charity and renouncement of worldly desires.

This volume compiled by well-known contemporary Sindhi writer Gopal Thakur is dedicated to my loving mother Jamna Butani (born 2 November 1917, Sehwan Sind) on her 93rd birthday on 2 November 2009 (which coincides with Guru Nanak Dev's 540th birth anniversary!).

My mother belongs to the Sufi tradition of Sehwan and Dalpat Sufi was her great grandfather from her mother's family of Navanis.

My mother, a lover of art and music, has herself been an avid musician and painter. She still fondly remembers the popularity of Dalpat Sufi's slokas (verses) which used to be recited in the streets of Sehwan and surrounding areas.

This volume would never have been completed without the unstinted help and cooperation of Sahib Bijani of the Indian Institute of Sindhology, Adipur, Kutch. I am sure lovers of Sindhi culture and Sufi music will welcome this compilation.

— Ashok Butani
ashok@ashokbutani.com




INDIAN INSTITUTE OF SINDHOLOGY
Ward 4-A, Post Box 10, Adipur (Kutch) 370205, Gujarat, India
*in association with*
PROMILLA & CO., PUBLISHERS
BIBLIOPHILE SOUTH ASIA
NEW DELHI & CHICAGO
C-127 Sarvodaya Enclave, New Delhi 110 017 India

Rs. 150.00

978-93-80188-03-4




www.biblioasia.com